# باطني خلافت

ليکڪ: قاري ظهوراحمد فيضي

سنڌيڪار: مُنوربُٽ



| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | باطني خلافت |
| ليکڪ: | قاري ظهوراحمد فيضي |
| سنڌيڪار: | مُنورڀُٽ |
| پهريون ڇاپو: | 1444 هجري مطابق فبروري 2023ع |
| ڇپائيندڙ: | سيد نثاراحمد شاهہ<br>03319292577 |

قيمت: =/320

Baatinee Khilaafat
Urdu by: Qaari Zahoor Ahmed Faizee
Translated into Sindhi by: Munawar Butt

Published by: Syed Nisar Ahmed Shah

Edition First, Rajib, 1444 Hijri –Februart, 2023 AD

إِنَّ عَلِيًّا مِنِّي وَأَنَا مِنْهُ،
وَهُوَ وَلِيُّ كُلِّ مُؤْمِنٍ بَعْدِي.

بيشڪ علي مون مان ۽ مان ان مان آهيان،
۽ اهو مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي.

وَاعْلَمُوا أَنَّهُ لَا يَتِمُّ شَرَفٌ
أِلَا بِوِلَايَةِ عَلِيٍّ.

جاڻي ڇڏيو! بيشڪ ولايتِ علي عليہ السلام
کان سواءِ ڪوبہ شرف مڪمل نٿو ٿئي.

حضرت عمر رضي الله عنہ

# اردو ڪتاب جو انتساب

ليکڪ پنهنجي هن محنت کي ان هستيءَ سان منسوب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ گهري ٿو جنهن جي ڪامل علمي شخصيت کان مونکي ڀرپور باطنيت ۽ روحانيت جو عملي مشاهدو حاصل نہ ٿئي ها تہ شايد مان روحاني ۽ تَصَوف جي سلسلي کان منڪر هجان ها. ان وحدہٗ لاشريڪ ذات لاءِ اڻ کٽ حمد آهي، جيڪا پنهنجي فضل سان هر دور ۾ اهڙا ٻانها ظاهر ڪندي رهندي آهي، جن جو عِلم، عمل ۽ پاڪيزه سيرت کان مون جهڙي شخص جو بہ ڪتاب ۽ سنت تي يقين وڌي ويجي ٿو. يعني استادالعلماء، عمدة الصلحاء، صدق ۽ صفا جو ماڻ، صوفين جو مجسم ترجمان، عشقِ مصطفيٰ ﷺ ۾ ٻڏل منهنجو مرشد ۽ مهربان حضور خورشيدِ ملت علامہ مولانا خورشيد احمد فيضي ياسيني (وفات 29 رجب 1422 هجري مطابق 17 آڪٽوبر 2001ع) رحمت الله عليہ وعليٰ آبائه و مرشديه و اساتذه.

ليکڪ

# سنڌي ترجمي جو انتساب

مان هن سنڌي ترجمي کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عظيم اصحابي حضرت حجر بن عدي رضي الله عنہ جي نالي ڪريان ٿو جنهن کي حضرت علي عليہ السلام سان محبت ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ٻيڙائپ واري عمر ۾ حضرت علي عليہ السلام جي دشمن اموي حڪمران ڏاڍ ۽ ظلم جو نشانو بڻائي شهيد ڪري ڇڏيو هو. رحمت الله عليٰ شهداءِ و لعنت الله علي الظالمين.

مُنور ٻُٽ

# فهرست

# پنهنجي پاران

قبلہ سيد مهدي شاهہ صاحب سان نيازمنديءَ جو تعلق قائم آهي. وقت بوقت سائين سان ملاقات ۽ فون ذريعي رابطو ٿيندو رهندو آهي ۽ کين دعا جي لاءِ عرض ڪندو رهندو آهيان. الله تعاليٰ پنجتن پاڪ جي صدقي اسان جي حق ۾ سندن دعائون قبول فرمائيندو. آمين.

هڪڙي ڏينهن قبلہ سائين سان فون تي رابطو ٿيو تہ ڳالهائڻ دوران سائين فرمايو تہ علامہ ظهوراحمد فيضيءَ جو اردو ۾ ”خلافتِ باطنيہ“ نالي ڏاڍو سٺو ڪتاب مارڪيٽ ۾ پهتل آهي. مون پڙهيو تہ ان ۾ آيتن ۽ حديثن جو متن بہ عبارت ۾ حوالن سان شامل ٿيل آهي. جيڪڏهن توهان وٽ ڪو ڪتاب ترجمي هيٺ نہ هجي تہ مان توهان کي اهو ڪتاب ترجمو ڪري سعادت حاصل ڪرڻ جو مشورو ڏيان ٿو. جڏهن حيدرآباد ويڄڻ ٿيو تہ مختلف ڪتاب گهرن تان جاچ ڪئي پر اهو ڪتاب ملي نہ سگهيو. تنهنڪري مون سوچيو تہ سائين سيد مهدي شاهہ صاحب کان ئي ڪتاب وٺي ترجمو ڪرڻو پوندو.

منهنجا ڪجهہ ترجمو ٿيل ڪتاب قبلہ سيد علي اشرف شاهہ ڦڪائي ڳوٺ لڳ خداآباد. دادو جي نظر مان گذريا هيا. هڪڙي پيري پاڻ مهرباني فرمائي فون تي رابطو ڪري منهنجي همت افزائي بہ ڪيائون ۽ ترجمي جي ٻولي ۽ سٽاءُ جي بہ تعريف ڪيائون. ائين قبلہ سيد علي اشرف شاهہ صاحب سان بہ ڪجهہ سالن کان نيازمنديءَ جو تعلق قائم ٿي ويو. قبلہ سائين هن وقت سنڌ حڪومت جي اينٽي ڪرپشن آفيس، ڪوٽڙي ۾ آفيس سپرنٽنڊنٽ جي حيثيت سان خدمتون انجام ڏئي رهيا آهن. جڏهن منهنجو ترجمو ٿيل ڪتاب ”نبي ڪريم ﷺ عظيم ماهرِ نفسيات“ ڇپجي پڌرو ٿيو تہ ان جي ڪاپي سائين جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ سندن آفيس ۾ حاضر ٿيس. ڪچهري ۽ ڳالهين دوران سائين معلوم ڪيو تہ هاڻي ڪهڙو ڪتاب ترجمو ڪري رهيا آهيو. مون عرض ڪيو تہ ”خلافتِ باطنيہ“ نالي

ڪتاب ڪي ترجمو ڪرڻ جو مشورو مليو آهي پر حيدرآباد جي ڪتاب گهرن تان ڪوشش ڪرڻ جي باوجود ڪتاب ڪونہ مليو آهي. هاڻي اهو ڪتاب مشوري ڏيڻ واري سيد سڳوري سائين مهدي شاهہ صاحب کان وٺي ترجمو ڪندس. سائين هڪدم پنهنجي ڪتابن جي ذخيري مان اهو ڪتاب ڪڍي مونکي ڏنو ۽ فرمايو تہ هي ڪاپي ڪڍي وجو ۽ ترجمو ڪيو. مون عرض ڪيو تہ سائين پوءِ هي ڪتاب تہ توهان کي واپس ڪونہ ملي سگهندو. سائين فرمايو تہ ڪا ڳالهہ نہ آهي توهان الله جو نالو وٺي ترجمو ڪيو.

ائين هي ستو ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچائڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي. ڏاڍي در دعا آهي تہ پنهنجي محبوب ۽ انهن جي پاڪ آل جي صدقي اسان جي محنت ۽ عمل کي قبوليت جو شرف بخشي شفاعت جو وسيلو بڻائي. آمين.

مُنورپُٽ

# مولا جو ماڻهو

ترجمہ نگاريءَ جو ڪم دنيا ۾ ڪيترن ئي مقصدن خاطر ٿيو آهي يا ٿي رهيو آهي. ترجمو يا تہ مادري ٻوليءَ مان اوپري ٻوليءَ ۾ ڪيو ويندو آهي يا اوپري ٻوليءَ مان مادري ٻوليءَ ۾ ڪيو ويندو آهي. محترم منورپُٺ جو ترجمہ نگاريءَ وارو سمورو ڪم پنهنجي مادري ٻوليءَ سنڌيءَ ۾ ٿي ٿيل آهي. قرآن ۽ اهلبيت رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم سندس خاص موضوع رهيا آهن. منورپُٺ صاحب فقہ حنفي اهل سنت جماعت سان وابستگي رکي ٿو ۽ قادري طريقت تي ڪاربند آهي. پر هن تي ترجمو ڪيل ڪتابن جي موضوع ۽ ليکڪن کي سامهون رکي شيعہ هجڻ جو بي بنياد الزام بہ لڳايو ويندو رهيو آهي. توڙي جو سندس ترجمو ڪيل ڪتابن ۾ ڪيترائي ڪتاب اهل سنت جي عالمن جا لکيل ڪتاب آهن. جيئن هي ڪتاب "باطني خلافت" اهل سنت جي هڪ وڏي عالم قاري ظهوراحمد فيضي، لاهور واري جي لکيل ڪتاب "خلافت الباطنيہ" جو ترجمو آهي. منهنجو تعلق ملامتي صوفي گهراڻي سان رهيو آهي. ماضيءَ ۾ سياسي طور منهنجو تعلق ڪاٻي ڌر جي قومپرست ۽ سوشلسٽ انقلاب جي حامي نظرياتي پارٽين سان رهيو آهي. جن وٽ مذهبي ۽ روحاني علمن کان وڌيڪ سائنسي علمن جي اهميت رهي آهي. مان بہ مذهبي تنگ نظريءَ کان پري رهيو آهيان، روحانيت واري خيالي دنيا تي بہ بي اعتباري رهي اٿم. پر پوءِ بہ منهنجي زندگيءَ ۾ تمام گهڻا اهڙا واقعا امڪان ۾ آيا آهن، جن جي ظاهر ٿيڻ بابت اڄ ڏينهن تائين ڪو سائنسي سبب ليجي نہ سگهيو آهي . منهنجي زندگيءَ جو اهڙن ئي واقعن مان هڪ اهم واقعو منورپُٺ سان بہ جڙيل آهي. جيڪو مان دوستن سان بہ بيان ڪندو رهندو آهيان. منهنجي رب ، مشڪل ۾ منهنجي مدد اميرالمومنين مولا علي عليہ السلام جي واسطي سان ڪئي

آهي. ۽ مولا منهنجي اهڙي مدد پنهنجي خاص ماڻهن جي ذريعي ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ به اميرالمومنين مولا علي عليہ السلام جا فضائل بيان ڪندي سندن باطني خلافت بابت انتهائي مُستَنَد دليل ڏنا ويا آهن. مولا ان ڪم جو شرف به پنهنجي خاص ماڻهن کي بخشيو آهي، جن ۾ قاري ظهوراحمد فيضي به مولا جو خاص ماڻهو آهي ته ڪتاب جو سنڌيڪار منورپُٽ به مولا جو خاص ماڻهو آهي. منورعلي پُٽ هن ڪتاب ۾ آيل اميرالمومنين مولا علي عليہ السلام جي باطني خلافت ۽ ولايت تي مُستَنَد ۽ بي مثال فضائل کي پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ سان پيار ڪندڙن تائين پهچائڻ لاءِ صدق دل سان محنت ڪئي آهي. دعا آهي ته سندس هي محنت بارگاھ الاهي ۾ محمد و آل محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سچي محب هجڻ واري حيثيت ۾ واڌاري جو سبب بڻجي ۽ قبوليت ماڻيندي. آمين.

**مهدي شاھ**

**لونگاڻي- شڪارپور.**

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ . الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ . مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ . اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ . وَالصَّلاۃُ وَالسَّلامُ عَلیٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ خَاتَمِ الْاَنْبِيَاءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَعَلیٰ آلِهِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ الْمُطَهَّرِيْنَ ، وَاَصْحَابِهِ السَّابِقِيْنَ الْاَوَّلِيْنَ الْمُخْلِصِيْنَ الْمُخْلَصِيْنَ ، وَمَنْ تَبِعَهُمْ بِاِحْسَانٍ اِلیٰ يَوْمِ الدِّيْنِ . امابعد:

بنا ڪنهن وڏاءَ جي سڀني پهرين ۽ اڳين (سابقون الاولون) اصحابن سڳورن جي مقابلي ۾ جنهن هستيءَ جي شان ۾ سڀني کان گهڻيون يا وڌيڪ قرآني آيتون ۽ نبوي حديثون ظاهر ٿيون، اها هستي اولين المسلمين، حجة الواصلين، دليل العارفين، امام المتقين، اميرالمومنين، سيدالزاهدين، يعسوب المسلمين، مولي المومنين، اعلم الامت، اقضي الامت، اعرف الامت، افهم الامت، اعدل الامت، اشجع الامت، احب الخلق الي الله، محب الله، محبوب الله، امام الاولياء، سيدالاتقياء، سيدنا و مرشدنا علي المرتضيٰ عليہ السلام آهي. اسلامي، ايماني، علمي، جسماني، ايقاني، عرفاني، حسبي ۽ نسبي مطلب تہ جنهن بہ رُخ کان ڏٺو وڃي تہ الله تعاليٰ انهن کي هر پاسي ۽ هر طرف کان پوري امت تي فائق، افضل، اڪمل، برتر ۽ بهتر بڻايو آهي.

الله تعاليٰ جي مدد ۽ توفيق سان انهن جي فضائل ۽ خصوصيتن تي هن لکت کان اڳ۾ بہ ڪجهہ لکيو ويو آهي. پر هنن سٽن ۾ اسان انهن جي اهڙي خصوصيت کي کولي بيان ڪري رهيا آهيون، جنهن جو هر مومن محتاج آهي. اها انهن جي دائمي ۽ آفاقي خصوصيت آهي، جيڪا دنيا جي سڀني مومنن تي ڇانيل آهي ۽ ڪنهن بہ مومن کي ان کان انڪار ڪونهي. باقي جنهن کي انڪار هجي، اهو تہ مومن ئي ڪونهي. اها خصوصيت آهي سڀني مومنن ۽ مومنياڻين جو موليٰ ۽ ولي هجڻ.

ياد رکو! الله تعاليٰ بہ سڀني مومنن ۽ مومنياڻين جو ولي ۽ موليٰ آهي، رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ سڀني مومنن ۽ مومنياڻين جا ولي ۽ موليٰ آهن ۽ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام بہ سڀني

مومنن ۽ مومنياڻين جا ولي ۽ موليٰ آهن، مگر هر هڪ پنهنجي پنهنجي شان مطابق ولي ۽ موليٰ آهي. ان جي وضاحت اڳتي بيان ٿيندي. انشاء الله تعاليٰ.

هتي اسان انهن جي شان ۾ پهريان ڪجهه اُهي آيتون پيش ڪيون ٿا، جنهن ۾ انهن جي لاءِ لفظ "ولي" ۽ "موليٰ" آيا آهن. پوءِ اهي حديثون پيش ڪنداسين، جن ۾ انهن جي شان ۾ لفظ "ولي" آيو آهي. پوءِ اهل سنت جي عالمن، فقيهن ۽ صوفين جي حوالن سان انهن لفظن جي اها معنيٰ ۽ مطلب بيان ڪنداسين، جيڪو اصحابن سڳورن کان قيامت تائين اچڻ وارن سڀني مومنن تي لاڳو ٿئي ٿو.

## علي المرتضيٰ سڀني مومنن جو موليٰ: (قرآن شريف منجهان)

ڪجهه اهڙين آيتن تي غور ڪيو جن ۾ لفظ "ولي" آيو آهي ۽ مختلف حديثن ۽ قولن جي مطابق انهن ۾ ولي مان مراد حضرت علي عليہ السلام جي ذات بابرڪات آهي. تنهنڪري ارشاد باري تعاليٰ آهي:

"اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ﴿۵۵﴾" (مائده)

معنيٰ: اي مومنو! الله ۽ ان جي رسول ۽ ايمان وارن کان سواءِ توهان جو ڪو دوست نہ آهي، اهي جيڪي نماز ادا ڪندا آهن ۽ زڪوات ڏيندا آهن ۽ الله جي بارگاهہ ۾ جهڪندا آهن.

هن آيت جي شانِ نزول ۾ آيو آهي تہ هڪڙي ڏينهن سيدنا علي عليہ السلام نفل نماز ادا ڪري رهيا هيا تہ ڪنهن فقير سوال ڪيو تہ انهن نماز جي حالت ۾ پنهنجي هٿ مان منڊي لاهي ان کي عطا ڪئي تہ هي آيت نازل ٿي وئي. اها حديث مختلف لفظن سان گهڻن ئي اصحابن سڳورن کان روايت ٿيل آهي. ان کان علاوه، هر هڪ اصحابي جي حوالي سان گهڻين ئي سَنَدن سان نقل ڪئي وئي آهي. انهن مان ڪجهه جا نالا هي آهن:

1. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ
2. حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ

3. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ
4. حضرت امام حَسن بن علي عليهم السلام
5. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما
6. حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام
7. حضر عمار بن ياسر رضي الله عنہ
8. حضرت مقداد بن اسود رضي الله عنہ

هن حديث جي سَنَد تي گهڻو بحث ڪيو ويو آهي. ڪجهہ سخت گير ماڻهن بہ بحث ڪيو آهي ۽ ڪجهہ وچٿرن ماڻهن بہ بحث ڪيو آهي. اڄوڪي زماني ۾ ٻن ماڻهن گڏجي نزول جي سببن تي ٽن جلدن تي مشتمل هڪڙو وڏو ڪتاب لکيو آهي. ان ۾ انهن مختلف سَنَدن سان اها حديث نقل ڪئي آهي ۽ ٻن روايتن کان سواءِ هر روايت تي ڪونہ ڪو سخت اعتراض ڪيو آهي. تنهن ڪري ٽوٽل 13 روايتون لکيون ويون جن مان ڇهہ سندن جي آخر ۾ چيو ويو ”ضُعف جِدًا“ يعني انتهائي ضعيف آهن، ٻن جي آخر ۾ لکيو ويو آهي ”ضَعيف“، ٻن جي آخر ۾ لکيو ويو آهي ”موضوع“ يعني ڪوڙيون، هڪڙي جي آخر ۾ لکيو ويو آهي ”لا اصل له“ يعني ان جو ڪو اصل (بنياد) ڪونهي ۽ ٻن تي بلڪل خاموشي اختيار ڪئي وئي آهي. (ڏسو الاستيعاب في معرفت الاسباب ج 2 ص 64، 69).

انهيءَ جي باوجود تہ فضائل ۾ ضعيف حديث بہ قبول هوندي آهي پر هتي اسان انهن ٻن حديثن کي نقل ڪيون ٿا جن تي ڪتاب جي ليکڪن مٿي ڄاڻايل چئن اعتراضن مان ڪوبہ اعتراض نہ لڳائي سگهيا آهن. انهن مان هڪڙي حديث جو راوي پاڻ حضرت علي عليہ السلام آهي ۽ ٻي حديث جو راوي حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما آهي. تنهن ڪري ليکڪ لکن ٿا:

(1) حضرت علي عليہ السلام بيان ڪيو آهي تہ هي آيت ”اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ﴿۵۵﴾“ (مائده) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي پاڻ سڳورن جي گهر ۾ نازل ٿي تہ پاڻ سڳورا گهر مان نڪري مسجد شريف ۾ آيا. ان وقت ماڻهو نماز پڙهي رهيا هيا،

ڪوئي سجدي ۾ تہ ڪوئي قيام جي حالت ۾ هو. اتي هڪڙو فقير موجود هو. پاڻ سڳورن ان کان پڇيو "اي فقير! توکي ڪنهن ڪجهہ ڏنو؟ ان چيو: هُن رڪوع ڪرڻ واري کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ ڪونہ ڏنو يعني علي بن ابوطالب مونکي پنهنجي منڊي ڏني آهي."

(2) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جڏهن رڪوع جي حالت ۾ هو تہ ان پنهنجي منڊي خيرات ۾ ڏني تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فقير کان پڇيو: توکي اها منڊي ڪنهن ڏني آهي؟ ان عرض ڪيو: هُن رڪوع ڪرڻ واري ڏني آهي. ان تي الله تعاليٰ هي آيت "اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ ﴿۵۵﴾" (مائده) نازل ڪئي. (ڏسو الاستيعاب في معرفت الاسباب ج 2 ص 69).

امام سيوطي ۽ علامہ ابن عطيہ الاجهوري مختلف سَنَدن ۽ عبارتن سان اها حديث نقل ڪري آخر ۾ لکيو آهي: "فَهٰذِهٖ شَوَاهِدُ يُقَوِّيْ بَعْضُهَا"

يعني هي مختلف ثبوت (شاهديون) هڪٻئي کي مضبوط ڪن ٿا. (ڏسو لباب النقول في اسباب النزول: سيوطي ص 104، ارشادالرحمان لاسباب النزول والناسخ والمنسوخ والمتاشية و تجويدالقرآن ص 250).

سَنَد ۽ عبارت جي لحاظ کان هن حديث جي مڪمل تحقيق جي لاءِ پهريَن عالمن (اسلاف) جي انهن قديم ڪتابن جو مطالعو تمام گهڻو فائدي وارو ٿيندو، جن ۾ انهن قرآني آيتن کي سهيڙيو ويو آهي، جيڪي حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ نازل ٿيون. اسان هتي فائدي جي مطلب سان انهن ڪتابن جو مختصر تعارف پيش ڪيون ٿا:

(1) **مناقب علي بن ابي طالب عليہ السلام وما نزل من القرآن في علي**: امام حافظ ابوبڪر احمد بن موسيٰ بن مردويه اصفهاني وفات 410 هجري. ڪتاب دارالحديث ايران طرفان ٻيو ڇاپو 1429 هجري.

(2)**ما نزل من القرآن في علي**: حافظ امام احمد بن عبدالله المعروف بابي نُعَيم اصفهاني وفات 430 هجري. ڪتاب وزارت الارشاد الاسلامي، ايران طرفان پهريون ڇاپو 1406 هجري.

(3) **شواهدالتنزيل لقواعد التفضيل**: حافظ امام قاضي ابوالقاسم عبدالله بن عبدالله المعروف بالحاڪم الحسڪاني، حنفي نيشاپوري وفات 483 هجري. ڪتاب موسسة الاعلمي للمطبوعات بيروت طرفان ٻيو ڇاپو 1431 هجري.

(4) **مانزل من القرآن في علي بن ابي طالب عليہ السلام**: ابوالفضائل احمد بن محمد بن مظفر بن مختار حنفي الرازي وفات 631 هجري. ڪتاب مڪتب العتبة العباسية المقدسة، عراق ۽ موسسة الاعلمي، بيروت طرفان پهريون ڇاپو 1434 هجري.

**ان ڪان علاوه، سورت تحريم جي آيت 4** "فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ مَوْلٰىهُ وَ جِبْرِيْلُ وَصَالِحُ الْمُؤْمِنِيْنَ" معنيٰ: "بيشڪ الله ان پيغمبر جو مددگار آهي ۽ جبرائيل ۽ سُڌريل مومن به" ۾ بہ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کي مومنن جو موليٰ چيو ويو آهي.

## فائدو

هتي هڪڙي ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ اهڙي فضيلت جيڪا سيني مومنن ۾ گڏيل هجي، اهائي فضيلت جيڪڏهن ڪتاب ۽ سنت ۾ ڪنهن خاص شخص جي لاءِ ڪنهن آيت جي شانِ نزول يا وارد ٿيڻ جي حوالي سان بيان ڪئي وڃي تہ ان جو مطلب اهو هوندو آهي تہ اهو شخص ان صفت ۾ سيني کان مٿيرو آهي. مثال طور، مخلوق وارا سڀ الله جا ٻانها آهن پر جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي "عبدہٗ" يعني پنهنجو ٻانهو چوي تہ ان جي معنيٰ ۽ مطلب اهو آهي تہ بيشڪ سڀئي ان جا ٻانها آهن پر "عبدہٗ" جهڙو ڪوئي ڪونهي. اهڙيءَ طرح قرآن شريف جي تشريح جي مطابق سڀئي مومن هڪٻئي جا ولي ۽ موليٰ آهن پر الله تعاليٰ ۽ ان جو رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جنهن کي نالو وٺي سيني مومنن جو موليٰ قرار ڏين تہ ان جو مطلب اهو آهي تہ ان شان ۾ سندس ڪوبہ جوڙ ڪونهي.

## علي المرتضيٰ عليہ السلام سيني جو موليٰ: (حديث مطابق)

جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي مٿي ذڪر ڪيل آيتن جي شانِ نزول ۾ وارد ٿيل حديثن جي سَنَد تي اعتراض هجي تہ ان کي گهرجي تہ اهو انهن حديثن جي ڪمزوري (ضعف) جي تلافي هيٺ ڄاڻايل صحيح ۽

لڳاتار حديثن سان ڪري وئي. امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ پنهنجي سَنَد سان لکيو آهي تہ حضرت ابوطفيل عامر بن واثلہ رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي:

"جَمَعَ عَلِيٌّ عليہ السلام النَّاس فِي الرَّحبَةِ ........ مَن كُنتُ مَولاہ فَهٰذَا مَولاہ، اللّٰهُم وَالِ مَن وَالاہُ، وَعَادِ مَن عَاداہُ، قال: فَخَرَجتُ وَكَان......... ذَالِكَ لَهٗ "

يعني حضرت علي عليہ السلام ماڻهن کي هڪڙي کليل جاءِ تي گڏ ڪيو پوءِ انهن کي فرمايو: مان توهان مان هر ان مسلمان شخص کي قسم ڏئي چوان ٿو جنهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي "غدير خم" جي ڏينهن فرمائيندي ٻڌو هو اهي اٿي بيهن. ان تي ماڻهن مان 30 شخص اٿي بيٺا. ابونعيم فضل چوي ٿو: گهڻن ئي ماڻهن بيهي شاهدي ڏني تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان (علي عليہ السلام) جي هٿ کي پڪڙيو تہ ماڻهن کي فرمايو: ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ مان ايمان وارن جي جانين تي انهن کان بہ وڌيڪ حق رکان ٿو؟ ماڻهن عرض ڪيو: بيشڪ، يارسول الله! پاڻ سڳورن فرمايو: مان جنهن جو موليٰ آهيان تہ هي بہ ان جو موليٰ آهي. اي الله! جيڪو هن سان محبت ڪري تون ان سان محبت ڪر ۽ جيڪو هن سان دشمني رکي تون ان سان دشمني رک.

حضرت ابوطفيل رضي الله عنہ چوي ٿو: مان ٻاهر آيس ۽ منهنجي دل ۾ ائين لڳي پيو ڄڻ ان حديث جي متعلق ڪجهہ ٻڌتر هئي. پوءِ منهنجي ملاقات حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ سان ٿي تہ مون ان کي عرض ڪيو: مون علي (عليہ السلام) کي ٻڌو. اهي هيئن چئي رهيا هيا. ان جواب ڏنو: پوءِ تون ڇو انڪار ڪرين ٿو؟ بيشڪ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌو جو پاڻ سڳورا ان (علي عليہ السلام) جي حق ۾ اهوئي فرمائي رهيا هيا. (ڏسو مسند احمد ج 32 ص 55 ۽ 56 حديث 19302، سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 130 حديث 8092 ۽ ص 437 حديث 8410، وغيره وغيره).

## غدير خم کان علاوه وقتن تي اهوئي ارشاد

امام احمد بن حنبل، امام ابن شيبہ ۽ امام نسائي رحمت الله عليهم پنهنجين سَنَدن سان لکن ٿا:

"عَنِ ابنِ عَبَّاس عَن بُرَيدہ ......مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِيٌّ مَولاهُ"

يعني حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو آهي تہ حضرت بريده رضي الله عنہ ٻڌايو: مان علي عليہ السلام سان گڏ يمن ڏانهن لڙائيءَ لاءِ ويس تہ مون ان طرفان ڪجهہ سختي محسوس ڪئي. پوءِ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاه ۾ اچي حضرت علي عليہ السلام جي ڳالهہ ڪئي ۽ ان جي شڪايت ڪئي، جنهن تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چهري مباره جو رنگ بدلجڻ لڳو. پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو: اي بريده! ڇا مان مومنن جي جانين جو انهن کان وڌيڪ مالڪ نہ آهيان؟ مون عرض ڪيو: بلڪل، يارسول الله! فرمايائون: مان جنهن جو مالڪ آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو مالڪ آهي.

(ڏسو مسند احمد ج 5 ص 347. وط: بتحقيق الانووط ج 38 ص 32 حديث 22945؛ المصنف ابن ابي شيبہ (ت: محمد عوامة) ج 17 ص 136 حديث 32795؛ فضائل الصحابہ ج 2 ص 723 حديث 989؛ سنن الڪبريٰ نسائي ج7 ص 309 حديث 8089 ۽ ص 438 حديث 8413).

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت بريده رضي الله عنہ کي اها تنبيهہ غدير خم کان بہ اڳ ڪنهن موقعي تي ڪئي وئي آهي.

صحاح ستہ جي امامن مان ترمذي رحمت الله عليہ هن حديث کي فقط هنن لفظن ۾ نقل ڪيو آهي:

"مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِيٌّ مَولاهُ" يعني جنهن جو مان مالڪ آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو مالڪ آهي. (ڏسو سنن ترمذي ج 6 ص 79 حديث 3713).

جڏهن تہ امام ابن ماجہ رحمت الله عليہ جنهن سَنَد سان اها حديث روايت ڪئي آهي ان ۾ ٽن حديثن جي عبارت آيل آهي. ان جو سبب اهو ٿيو جو هڪڙي ڪچهريءَ ۾ حضرت علي عليہ السلام جي معاويہ گِلا ڪئي تہ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ ان کي تنبيهہ جي غرض سان شانِ مرتضوي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ٽي ارشاد ان هڪڙي ئي ڪچهريءَ ۾ بيان ڪيا. تنهنڪري امام ابن ماجہ رحمت الله عليہ لکي ٿو:

”عَن اِبنِ سَابِط، وَهُوَ عَبدُ الرَحمَان، عَن سَعَد بِن اَبِي وَقَاص .......لاَ ُعطِين الرَّايَةَ اقليَومرَ جُلايُحِبُ اللّٰهَوَرَسُولَه“

يعني ابن سابط حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ معاويہ هڪڙو دفعو حج تي آيو تہ ان وٽ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ تشريف کڻي ويو. ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي ڳالهہ ڪيڏي تہ معاويہ ان جي گِلا ڪرڻ لڳو. حضرت سعد رضي الله عنہ ڪاوڙ ۾ اچي فرمايو: تون اهڙي شخص جي گِلا ڪري رهيو آهين جنهن جي باري ۾ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو:

(1) جنهن جو مان مولا آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو مولا آهي.

(2) مون پاڻ سڳورن کي فرمائيندي ٻڌو: اي علي (عليہ السلام) تون منهنجي لاءِ ائين آهين جيئن موسيٰ عليہ السلام جي لاءِ هارون عليہ السلام. البت مون کان پوءِ ڪوبہ نبي نہ هوندو.

(3) مون پاڻ سڳورن کي فرمائيندي ٻڌو: مان اهڙي شخص کي جهنڊو ڏيندس جيڪو الله ۽ ان جي رسول کي محبوب رکي ٿو.

(ڏسو سنن ابن ماجہ (ت: الباني) ص 37 حديث 121؛ المصنف ابن ابي شيبہ (ت: محمد عوامة) ج 17 ص 101 ۽ 102 حديث 32741؛ تاريخ مدينه دمشق ج 42 ص 116؛ سلسلة الاحاديث الصحيحہ: الباني ج 4 ص 335).

## حديث الموالاة جو لڳاتار هجڻ

محدث سڳورن حديث "مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِي مَولاهُ" کي لڳاتار (متواتر) حديثن ۾ ڳڻيو آهي، انهن مان هڪڙو امام سيوطي رحمت الله عليہ آهي.
(ڏسو قطف الازهار المتناثرة في الحديث المتواترة: سيوطي ص 277).

امام ابوجعفر ڪتاني رحمت الله عليہ لکي ٿو:

"هن حديث لاءِ امام مناوي ۽ امام زرقاني بہ لڳاتار بيان ٿيل حديث لکيو آهي ۽ حافظ ابن حجر عسقلاني فرمايو آهي: هن حديث کي امام ترمذي ۽ امام نسائي روايت ڪيو آهي ۽ ان جون گهڻيون ئي سَنَدون آهن. امام ابن عقده رحمت الله عليہ هن حديث جي سڀني روايتن (طرقن) کي مستقل ڪتاب ۾ گڏ ڪيو آهي، جن مان اڪثر جون سَنَدون صحيح يا حَسن آهن." (ڏسو نظم المناثر من الحديث المتواتر: ڪتاني ص 194 حديث 232).

امام ذهبي رحمت الله عليہ جو بہ هن حديث تي مستقل هڪڙو ڪتاب آهي ۽ ان بہ هن حديث کي لڳاتار بيان ٿيل تسليم ڪيو آهي.
(ڏسو رسالة طرق الحديث: مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِي مَولاهُ ص 12، 18).

حافظ ابن ڪثير ۽ امام شمس الدين جزري مقري بہ هن حديث کي لڳاتار بيان ٿيل قرار ڏنو آهي. (ڏسو البدايہ والنهايہ ج 5 ص 296 ۽ 297؛ اسني المطالب في مناقب علي بن ابي طالب: جزري ص 48؛ شرح اسني المطالب: فيضي ص 71 حديث 1).

## حيرت

توهان حيران ٿيندا تہ هڪڙي طرف محدثن سڳورن هن حديث کي لڳاتار بيان ٿيل قرار ڏنو آهي، جڏهن تہ ٻئي طرف شيخ ابن تيميہ هن لڳاتار بيان ٿيل حديث کي ڪوڙو چئي ڇڏيو جيئن اسان پنهنجي ڪتاب "شرح خصائص علي عليہ السلام" ۾ ان تي گهڻو بحث ۽ غور ڪيو آهي.

## موليٰ معنيٰ آقا، مالڪ، سردار ۽ مددگار

حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ بيان ٿيل انهن حديثن ۾ لفظ "موليٰ" جي معنيٰ فقط محبوب ڪونهي، انهيءَ ڪري جو ان سان محبت ڪرڻ بابت تہ ٻيون بہ گهڻيون ئي حديثون آهن، ايستائين بہ ارشاد ٿيل آهي تہ ان سان محبت ڪرڻ ايمان ۽ ان سان بغض رکڻ منافقت آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام متعلق ڪنهن کي سمجهائڻو هجي ها تہ اهو ان (علي عليہ السلام) سان محبت ڪري تہ ايترو فرمائڻ ئي ڪافي هو تہ مون کي علي (عليہ السلام) سان محبت آهي يا مان علي (عليہ السلام) کي محبوب رکان ٿو. يا گهٽ ۾ گهٽ ايترو فرمائين ها جيئن حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ جي باري ۾ ان وقت فرمايو هو جڏهن ان ۽ حضرت عمر رضي الله عنہ جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهہ تي تڪرار ٿيو هو ۽ ان جي ڳالهہ ڪري حضرت عمر رضي الله عنہ ڪاوڙ ۾ اچي ويو هو ۽ خود حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ بہ اعتراف ڪيو هو:

"لَاَنَا كُنتُ اَظلَمَ" يعني واقعي مون زيادتي ڪئي هئي.

ان گهري يو ٿي تہ حضرت عمر رضي الله عنہ ان کي معاف ڪري پر ان (عمر رضہ) ائين نہ ڪيو، معاملو بارگاهِ رسالت ۾ پهتو تہ پاڻ سڳورن فرمايو:

"هَل اَنتُم تَارِكُوالِي صَاحِبِي" يعني ڇا تون منهنجي ڪري منهنجي ساٿي کان درگذر نہ ڪندين. (ڏسو بخاري ڪتاب التفسير، باب سورت الاعراف ص 638 حديث 4640).

يا ائين فرمائين ها جيئن هڪڙو ٻيرو ام المومنين حضرت عائشہ رضي الله عنها جي باري ۾ فرمايو هو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين جا بہ ڌڙا هيا. هڪڙو ڌڙو حضرت عائشہ رضي الله عنها، حضرت صفيہ رضي الله عنها ۽ حضرت سوده رضي الله عنها تي مشتمل هو ۽ ٻيو ڌڙو ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها ۽ باقي امهات المومنين وارن جو هو. ٻئي ڌڙي وارن حضرت عائشہ رضي الله عنها جي خلاف شڪايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي فرمايو: مونکي عائشہ (رضہ) جي متعلق ڏک نہ پهچايو. پوءِ ان ئي ڌڙي

وارين امهات المومنين پنهنجي ڳالهه لاءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي مڃائڻ لاءِ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کي سفارشي بڻايو تہ پاڻ سڳورن فرمايو:

"يَا بُنَيَّةُ! اَلاتُحِبِّينَ مَا اُحِبُ؟"

يعني منهنجي ڌيءَ! ڇا تون اهو پسند نٿي ڪرين جيڪو مان پسند ڪريان ٿو؟ (ڏسو بخاري ڪتاب الهبة وفضلها والتحريض عليها، باب من اهدي الي صاحبه و تحري بعض نسائه دون بعض ص 342 حديث 2581).

اهو انتهائي سادو انداز آهي، جڏهن تہ مولئِ علي عليہ السلام جي باري ۾ گهڻو ئي نرالو انداز اپنايو ويو. تنهنڪري پهريان مسلمانن کان پڇيو ويو: ڇا مان توهان جي جانين جو توهان کان وڌيڪ مالڪ ڪونہ آهيان؟ جڏهن انهن اقرار ڪيو تہ پوءِ حضرت علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي مٿي ڪيائون ۽ فرمايائون: "مان جنهن جو مولئِ آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو مولئِ آهي."

ان خاص انداز سان اها عام محبت ڪونہ گهري وئي هئي جيڪا مسلمانن جي وچ ۾ هڪٻئي سان گهربل آهي، پر ٻيو ڪجهہ گهريو ويو آهي. اهو ڇا آهي؟ اچو تہ ان کي سمجهڻ لاءِ ڪجهہ اصحابن سڳورن کان ئي اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ روايت ڪيو آهي تہ:

"عَن رِيَاح بن الحَارِث قال: جَاءَ رَهْطُ اِلٰى عَلِيَّ ....... نَفَر مِن اَنصَار، فِيهِم اَبُواَيُّوب الاَنصَارِي."

يعني حضرت رياح بن حارث رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام وٽ هڪڙو وفد آيو ۽ عرض ڪيو: اي اسان جا آقا! توهان تي سلامتي هجي. حضرت علي عليہ السلام پڇيو: مان توهان جو ڪيئن آقا آهيان، جڏهن تہ توهان عرب قوم وارا آهيو. انهن عرض ڪيو: اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان غديرخم واري ڏينهن ٻڌو هو "جنهن جو مان آقا آهيان بيشڪ ان جو هي (علي عليہ السلام) بہ آقا آهي." حضرت رياح رضي الله عنہ چيو: جڏهن

اهي ماڻهو واپس وڃڻ لڳا تہ مون انهن جي پٺيان وڃي انهن کان پڇيو تہ اهي ڪير آهن؟ انهن چيو: انصارن جو هڪڙو وفد آهيون جنهن ۾ حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ بہ موجود آهي. (ڏسو مسند احمد ج 5 ص 419, وط: ج 7 ص 779 ۽ 780 حديث 23959, وط: ج 38 ص 541 ۽ 542 حديث 23563; فضائل الصحابہ ج 2 ص 707 حديث 927; المصنف ابن ابي شيبہ ج 6 ص 329 حديث 32064, وط: ج 17 ص 98 ۽ 99 حديث 32736; البدايہ والنهايہ ج 4 ص 172 ۽ ج 5 ص 462; وغيره وغيره).

امام ذهبي بيان ڪيو آهي: هن حديث کي امام احمد ۾ هڪڙي وڏي اعتماد واري (ثقہ) جماعت روايت ڪيو آهي. (ڏسو رسالة: طرق حديث من ڪنت مولاه, ذهبي ص 49 ۽ 98).

حافظ هيثمي بہ امام احمد جي سَنَد جي سڀني راوين کي ثقہ چيو آهي. (ڏسو مجمع الزوائد ج 9 ص 104).

شيخ احمدشاڪر ۽ شيخ شعيب الارنوط لکيو آهي: هن حديث جي سَنَد صحيح آهي. (ڏسو مسند احمد (ت: احمدشاڪر ج 17 ص 36 حديث 23453, وبتحقيق الارنوط: ج 38 ص 541 ۽ 542 حديث 23563).

شيخ حسين سليم اسدالداراني هن حديث جي سَنَد کي صحيح ۽ ٻي کي حَسن چيو آهي. (ڏسو مجمع الزوائد بتحقيقه ج 16 ص 209 حديث 14612).

## علي المرتضيٰ عليہ السلام جي سوال جو سبب

خيال رهي تہ انهن عرب وفد وارن جو ڪنهن کي پنهنجو محبوب سمجهڻ ڪا تعجب واري ڳالهہ ڪونہ هئي بلڪ عرب ٿي ڪري انهن جو ڪنهن غيرنبي شخص کي پنهنجو آقا سمجهڻ تعجب واري ڳالهہ هئي. انهيءَ ڪري علي عليہ السلام سوال ڪيو ۽ انهن وضاحت ڪئي.

امام ذهبي وڏيڪ لکي ٿو: ”ثَنَا عُبَيدُ اللهِ بنِ مُوسىٰ، اَخبَرَنَا يُوسُفُ بنُ صُهَيب ............ رواه ابن جرير عن الرمادی عنه، ويوسف وثقه ابن معين.“

يعني عبيدالله بن موسيٰ حوالن جي سلسلي سان ابورملہ رضي الله عنہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ ابو رملہ رضہ روايت ڪئي

تہ ڪجھ ٻاهران آيل ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿي آقا چئي سلام ڪيو تہ انهن جواب ڏئي فرمايو: توهان ڪٿان آيا آهيو؟ انهن عرض ڪيو: توهان جا غلام فلاڻي ۽ فلاڻي ڳوٺ کان آيا آهيون. موليٰ علي عليہ السلام فرمايو: توهان منهنجا غلام ڪيئن ٿي ويا؟ انهن عرض ڪيو: اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان غديرخم واري ڏينهن ٻڌو هو "جنهن جو مان آقا آهيان بيشڪ ان جو هي (علي عليہ السلام) بہ آقا آهي. اي الله! تون ان کي محبوب رک جيڪو هن کي محبوب رکي ۽ ان سان دشمني رک جيڪو هن سان دشمني رکي." ان تي علي عليہ السلام فرمايو: مان ان شخص کي قسم ڏئي چوان ٿو جنهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو چوندي ٻڌو هو اهو اٿي بيهي. ٻارهن ماڻهن اٿي بيهي ان حديث جي شاهدي ڏني.

هن حديث کي امام جرير طبري رحمت الله عليہ الرمادي کان روايت ڪيو آهي ۽ ان جي هڪڙي راوي يوسف جي امام ابن معين تصديق ۽ حمايت ڪئي اهي. (ڏسو رسالہ طرق الحديث من ڪنت مولاه, ذهبي ص 44 ۽ 45).

عمر ثاني رحمت الله عليہ يعني عمر بن عبدالعزيز اموي حڪمران بہ حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجو آقا سمجهندو هو. چوتہ ان وٽ هڪڙي ڀيري حضرت علي عليہ السلام جو هڪڙو غلام آيو تہ هن ان کان پڇيو:

"تون ڪير آهين؟ غلام چيو: قريشي آهيان. پڇيائين: ڪهڙو قريشي؟ چيائين بنوهاشم. پڇيائين: ڪهڙو بنوهاشم؟ ان تي اهو غلام ماٺ رهيو تہ ان ٻيهر سوال پڇيو. ان جواب ڏنو: موليٰ علي (عليہ السلام) وارن مان. پڇيائين: ڪهڙو علي؟ اهو غلام وري ماٺ رهيو تہ حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمت الله عليہ ان جي سيني تي هٿ رکي چيو: الله جو قسم! مان بہ علي بن ابوطالب عليہ السلام جو غلام آهيان. پوءِ عمر بن عبدالعزيز رحمت الله عليہ ان کي پوري حديث ٻڌائي ۽ ان کي ٻيڻي رقم

سان مدد ڪئي. (ڏسو مسند عمر بن عبدالعزيز ص 273، حلية الاولياء ج 5 ص 364، تقريب البغيه، هيثمي ج 3 ص 90 حديث 3271، سنن الاصفهاني ج 2 ص 570 حديث 3504).

حضرت علي عليہ السلام جي حق ۾ ارشاد ڪيل لفظ "موليٰ" جي هي اها معنيٰ آهي جيڪا انصارن، ٻين اصحابن سڳورن ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمت الله عليہ جي سمجهہ مطابق آهي، جڏهن تہ اڄ جا بيوقوف ملان ڪجهہ خليفن کي موليٰ علي عليہ السلام جو پير ۽ آقا چون ٿا. اهڙن بيوقوفن کي اهو بہ شعور ڪونهي تہ جنهن کي بہ خلافت جي امانت ملي بعد ۾ ملي، پر علي عليہ السلام کي بغير ڪنهن ڇوٽ جي سيني جو مولا بڻايو ويو. تنهنڪري حضرت علي عليہ السلام هميشه جي لاءِ هرهڪ مسلمان جي لاءِ چاهي اهو خليفو هجي يا ٻيو ڪو ساڳي طرح ۽ ساڳي مطلب ۽ معنيٰ ۾ موليٰ آهي، جيئن ۽ جنهن معنيٰ ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سيني جا موليٰ هيا ۽ آهن. ڪنهن بہ امتي کي ان کان ڇوٽ ڪونهي ۽ نہ ڪنهن عقلمند مومن ڪڏهن ان حقيقت کان انڪار ڪيو آهي. ڪنهن بہ سمجهدار ۽ شعور رکندڙ مومن ۾ اهڙو گمان ئي نٿو ڪري سگهجي تہ اهو ارشادِ نبوي ﷺ کان منهن موڙي حضرت علي عليہ السلام جو آقا ۽ موليٰ هجڻ کان انڪار ڪري، جيڪڏهن واقعي ڪوئي ان حقيقت جو منڪر هجي تہ ان کان وڏيڪ ٻيو ڪير بدبخت ٿي ئي نٿو سگهي. امام ذهبي عظيم ترين محدث امام اسماعيل بن اسحاق قاضي رحمت الله عليہ وفات 282 هجري جي حالات جي ترجمي ۾ ان جو قول نقل ڪندي لکي ٿو تہ ان فرمايو:

"وَقَد خَابَ وَخَسِرَ مَن لَم يَكُن عَلِيٌّ مَولاهُ" يعني اهو برباد ۽ نامراد ٿي ويو جنهن جو حضرت علي عليہ السلام آقا ۽ موليٰ نہ هجي. (ڏسو سيرت اعلام النبلاء ج 13 ص 341).

## علي عليہ السلام هر مومن جو ولي

امام نسائي رحمت الله عليہ پنهنجي سَنَد سان لکي ٿو:

"عَن اَبِي طُفَيل، عَن زَيد بِن اَرقَم .......مَاكَانَ فِي الدَّوحَاتِ اَحَدٌ اِلا رَآهُ بِعَينِيهِ،وَسَمِعَهُ بِاِذنِيه"

يعني ابوطفيل حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ حضرت زيد بن ارقم رضہ ٻڌايو تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حجتہ الوداع کان واپس ٿيا ۽ ”غديرخم“ جي ماڳ تي پهتا تہ صفائي ڪرڻ ۽ خيما کوڙڻ جو حڪم ڏنائون. پوءِ فرمايائون: مونکي سڏ ٿيو آهي ۽ مون سڏ قبول ڪيو آهي، مان توهان ۾ بہ قيمتي شيون ڇڏڻ وارو آهيان، انهن مان هرهڪ ٻئي کان وڏي آهي:

(1)الله جو ڪتاب (قرآن شريف) (2) منهنجي اولاد اهلبيت.

توهان خيال ڪجو تہ توهان انهن ٻنهي سان سلوڪ ڪرڻ وقت منهنجو ڪيترو لحاظ رکو ٿا؟ بيشڪ اهي ٻئي هڪٻئي کان جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو اهي ٻئي گڏجي مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندا. پوءِ فرمايائون: الله تعاليٰ منهنجو موليٰ آهي ۽ مان هر مومن جو ولي آهيان. پوءِ پاڻ سڳورن حضرت علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي فرمايو: جنهن شخص جو مان ولي آهيان تہ هي بہ ان جو ولي آهي. اي الله! تون ان سان محبت ڪر جيڪو علي (عليہ السلام) کي محبوب رکي ۽ ان سان دشمني ڪر جيڪو علي (عليہ السلام) سان دشمني ڪري. حضرت طفيل رضہ جو بيان آهي تہ مون حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ کان پڇيو: ڇا تو اهو ارشاد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پاڻ ٻڌو هو؟ ان چيو: هائو مون بہ ۽ مون کان علاوه جيڪي بہ خيمي ۾ موجود هيا انهن پنهنجي ٻنهي اکين سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو چوندي ڏٺو ۽ پنهنجي ٻنهي ڪنن سان ٻڌو هو. (ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 310 ۽ 436 حديث 8092 ۽ 8410؛ مسند احمد ج 4 ص 370 حديث 19517؛ فضائل الصحابہ ج 2 ص 849 حديث 1147؛ خصائص علي (البلوشي) ص 96 حديث 79؛ وغيره وغيره).

امام حاڪم رحمت الله عليہ هن حديث کي شيخين (امام بخاري ۽ امام مسلم) جي شرطن مطابق صحيح قرار ڏنو آهي ۽ علامہ ذهبي ان تي ماٺ ڪئي آهي يعني ڪوبہ تبصرو ڪونہ ڪيو آهي. علامہ ابواسحاق

الحويني الاثري هن حديث جي سَنَد کي مشروط طور تي صحيح چيو آهي. شيخ شعيب الارنووط چيو: هن حديث جي سَنَد حَسن آهي ۽ فطر بن خليفه کان سواءِ ان جا سيئي راوي ڀروسي وارا (ثقه) آهن ۽ بخاري ۽ مسلم جا راوي آهن ۽ اهي سچا راوي آهن. شيخ داني بن منير چيو: متابعات سان هن جي سَنَد صحيح آهي ۽ شيخ ميرين بلوشي چيو: صحيح آهي. (ڏسو ڪتاب الحلي بتخريج خصائص علي: حويني ص 84؛ خصائص علي (ت: البلوشي) ص 96؛ تحقيق خصائص علي: داني ص 76).

## علي (عليہ السلام) مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي

امام نسائي، امام احمد بن حنبل ۽ ٻيا محدث حضرات لکن ٿا:

"عَن عِمرَان بن حَصِين، قَال: قَال رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ اِنَّ عَلِيًّا مِنِى وَ اَنَا مِنهُ، وَهُوَ وَلِيُّ كُلِّ مُؤمِنٍ بَعدِى."

يعني حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ بيان ڪيو اهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: بيشڪ علي (عليہ السلام) مون مان آهي ۽ مان ان منجهان آهيان ۽ اهو مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي.

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 309 حديث 8090 ۽ ص 432 حديث 8399 وط: ج 5 ص 45 حديث 8146 ۽ ص 126 حديث 8453؛ مسند احمد ج 4 ص 437 ۽ 438 حديث 20170؛ فضائل الصحابہ ج 2 ص 749 حديث 1035 ۽ ص 468 حديث 1060 ۽ ص 805 حديث 1104؛ المصنف ابن ابي شيبہ ج 6 ص 375 حديث 32112؛ وغيره وغيره).

امام حاڪم فرمايو: اها حديث امام مسلم جي شرط مطابق صحيح آهي. امام ذهبي "تلخيص المستدرڪ" ۾ ان واري ساڳي ڳالهه چئي آهي ۽ "سير اعلام النبلاء" ۾ امام ترمذي جي انوکي ڳالهه هجڻ واري قول کي نظرانداز ڪندي هن حديث جي حَسن هجڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. شيخ وصي الله بن محمد عباس "فضائل الصحابہ" جي ٿنهي جاين تي هن حديث کي "حَسن" قرار ڏنو آهي ۽ شيخ شعيب الارنووط چيو آهي تہ ان جي سَنَد پڪي آهي ۽ "خصائص علي عليہ السلام" جي محقق ابواسحاق الحويني الاثري جي نظر ۾ هن حديث جي سَنَد صحيح آهي.

ٻين جاين تي اها حديث هڪڙي قصي سان گڏ بہ آئي آهي. تنهن ڪري امام نسائي، امام احمد بن حنبل، امام ترمذي ۽ ٻين محدث حضرات لکيو آهي:

”عَن عِمرَان بن حَصِين، قَال: قَال جَهَّرَ رَسُولُ اللهِ ﷺ جَيشًا، وَاستَعمَلَ عَلَيهِم عَلِيَّ بنَ اَبِي طَالِب ....... فَقَالَ: مَاتُرِيدُونَ مِن عَلِيٍّ ؑ اِنَّ عَلِيًّا مِنِي وَ اَنَا مِنهُ، وَهُوَ وَلِيُّ كُلِّ مُؤمِنٍ بَعدِی.“

يعني حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙو لشڪر تيار ڪيو ۽ ان تي حضرت علي عليہ السلام کي امير مقرر ڪيو. حضرت علي عليہ السلام کي جهاد کان پوءِ هڪڙي ٻانهي حصي ۾ آئي ۽ ان (علي عليہ السلام) ان کي ملاقات جو شرف بخشيو تہ ماڻهن کي اها ڳالهہ ڪونہ وڻي ۽ چئن ماڻهن پاڻ ۾ طئي ڪيو تہ جڏهن اهي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ملندا تہ انهن سان علي عليہ السلام جي شڪايت ڪندا. مسلمانن جو معمول هو تہ اهي جڏهن مسافريءَ تان موٽندا هيا تہ سڀ کان اڳ ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿي سلام عرض ڪندا هيا ۽ پوءِ پنهنجن گهرن ڏانهن ويندا هيا. جڏهن اهي جهاد کان واپس آيا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ سلام ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيا ۽ انهن چئن ماڻهن مان هڪڙي اٿي بيهي چيو: يارسول الله! ڇا توهان علي بن ابوطالب (عليہ السلام) کي نٿا ڏسو تہ ان ڇا ڪيو آهي؟ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان شخص کان منهن مبارڪ ڦيري ڇڏيو. پوءِ ٻيو ماڻهو اٿيو تہ ان بہ اهائي ڳالهہ چئي، وري ٽيون شخص اٿيو تہ ان بہ اها ڳالهہ ڪئي، پوءِ چوٿون اٿيو تہ ان بہ انهن وانگر چيو. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن ڏانهن توجهہ ڪيو ۽ سندن منهن مبارڪ تي ڪاوڙ جون نشانيون ظاهر هيون. پاڻ سڳورن فرمايو: توهان علي (عليہ السلام) جي باري

۾ چاڻا گهرو؟ بيشڪ علي (عليہ السلام) مون مان آهي ۽ مان ان منجهان آهيان ۽ اهو مون کان پوءِ هر مومن جو ولي آهي.

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 440 حديث 8420 وط: ج 5 ص 132 حديث 8474؛ مسند احمد ج 4 ص 437 ۽ 438 حديث 20170؛ فضائل الصحابہ ج 2 ص 749 حديث 1035 ۽ ص 468 حديث 1060 ۽ ص 805 حديث 1104؛ جامع ترمذي ص 845 حديث 3712؛ وغيره وغيره).

شيخ الباني، علامہ ابواسحاق الحويني ۽ شيخ داني چيو: هي حديث صحيح آهي. (ڏسو سنن ترمذي (ت الباني) ص 842 حديث 3712؛ صحيح سنن ترمذي الباني ج 3 ص 521 حديث 3712؛ السلسلة الصحابہ ج 5 ص 261 حديث 2223؛ ڪتاب الحلي بتخريج خصائص علي: الحويني ص 92؛ خصائص علي بتحقيق الداني ص 79 حديث 89).

## مون کان پوءِ توهان جو ولي علي (عليہ السلام) آهي

هيءَ حديث حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ کان علاوه حضرت بريده رضي الله عنہ کان بہ روايت ٿيل آهي ۽ ان ۾ حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ هي لفظ آهن "هُوَوَلِيُّكُم بَعْدِى" يعني اهو مون کان پوءِ توهان جو ولي آهي. تنهن ڪري امام نسائي، امام احمد بن حنبل ۽ ٻين محدث حضرات لکيو آهي:

"عَن عَبْدُ اللهِ بِن بُرَيْدَه، عَن اَبِيْهِ قَالَ: بَعَثْنَا رَسُولُ اللهِ .. اِلَى اليَمَن مَعَ خَالِدِ بِن وَلِيدِ، وَبَعَثَ عَلِيًّا عليه السلام عَلَىٰ جَيْشٍ آخَرِ..... فَاِنَّ عَلِيًّا مِنِّي وَاَنَا مِنْهُ وَهُوَوَلِيُكُمْ بَعْدِى."

يعني حضرت عبدالله بن بريده رضي الله عنہ پنهنجي پيءُ بريده رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان کي خالد بن وليد جي اڳواڻي ۾ يمن ڏانهن موڪليو ۽ حضرت علي عليہ السلام کي هڪڙي ٻئي لشڪر جو امير مقرر ڪري موڪليو ۽ حڪم فرمايو تہ جيڪڏهن ٻئي لشڪر ڪٺي گڏجي وڃن تہ پوءِ سڀني ماڻهن يعني ٻنهي لشڪرن جو سالار علي ڪرم الله وجہ هوندو. اسان يمن جي علائقي ۾ بنو زبيد جي ماڳ تي گڏ ٿي وياسين ۽ مسلمانن کي مشرڪن تي ڪاميابي ۽ سوڀ حاصل ٿي. اسان

وڏي جوش سان جهاد ڪيو هو ۽ عورتون بہ قيدي ٿيون هيون.انهن قيدياڻين مان حضرت علي عليہ السلام هڪڙي عورت کي پنهنجي لاءِ ٻانهي چونڊيو هو. خالد بن وليد اهو معاملو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڏانهن لکت ۾ موڪليو ۽ مون (بريده رضہ) کي حڪم ڏنو تہ مان اهو خط حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاھہ ۾ کڻي وڃان ۽ علي عليہ السلام جي شڪايت بہ ڪيان. مون اهو خط پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام جي شڪايت ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چهري مبارڪ تي ڪاوڙ جون نشانيون ظاهر ٿيون تہ مون چيو: هي پناھہ گهرڻ جي جاءِ آهي، توهان مونکي هڪڙي شخص سان گڏ موڪليو ۽ مونکي فرمانبرداري ڪرڻ جو حڪم ڏنو سو مون تہ اهو پهچايو جنهن سان مونکي موڪليو ويو. ان تي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي بريده! علي (عليہ السلام) جي برائي ڪرڻ ۾ هرگز دلچسپي نہ وٺ. بيشڪ علي مون مان آهي ۽ مان ان منجهان آهيان ۽ اهو مون کان پوءِ توهان جو ولي آهي.

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 441 حديث 8421، مسند احمد ج 5 ص 356 وط: ج 7 ص 635 حديث 23400، فضائل الصحابہ ج 2 ص 856 حديث 1175، وغيره وغيره).

## "مِن ُبَعُدِی" ۾ لفظ "بَعُدِی" لاءِ مونجهارو

"هُوَوَلِی کُل مَؤمِن مِن ُبَعدِی" ۽ "هُوَوَلِیُکُم مِن ُبَعدِی" ۾ جيڪو لفظ "بعدي" آيو آهي ان جي سبب ناصبي ۽ ٻيا اهڙا ماڻهو هر دور ۾ مونجهاري جو شڪار رهيا آهن. ان جو سبب اهو آهي تہ شيعہ حضرات ان "بعدي" لفظ مان حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي خلافت بلا فصل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اهل سنت وارن دفاعي نقطہ نظر کان لفظ "بعدي جو انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ان لفظ کي وڌيڪ ۽ حديث ۾ اضافو قرار ڏئي ڇڏيو. تنهن ڪري علامہ ابن تيميہ ۽ "تحفة الاحوذي" جي ليکڪ شيخ عبدالرحمان مبارڪپوري اهڙي ئي ڳالھہ

ڪري اهڙو موقف اختيار ڪيو آهي. اسان جي نظر ۾ اهڙي سموري گفتگو شيعن جي استدلال کان گهبراهٽ جو نتيجو آهي. هي ته فقط لفظ ”بعدي“ جو معاملو آهي، پر ڪجهه ماڻهن ته مورڳو انهن ٻنهي حديثن کي ئي اُڏائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن موجب ڪن ته چيو آهي ته انهن حديثن جي سَنَد ته شيخين (بخاري، مسلم) جي شرطن مطابق صحيح آهي پر ان ۾ ڪجهه راوي شيعه آهن. ڪجهه جوشيلن سنين ته ان کان به وڌيڪ بهادري ڏيکارڻ جي ڪوشش ۾ اهو به لکي ڇڏيو ته حضرت علي عليه السلام جي شان ۾ صرف ٻه حديثون صحيح آهن. تنهنڪري علامه ابن تيميه لکي ٿو:

”ابن حزم چيو ته فضائل علي (عليه السلام) ۾ هڪڙي هي حديث صحيح آهي ”اَنتَ مِنِی بِمَنزِلَتَ هَارُونِ مِن مُوسیٰ اِلا اَنَّهُ لا نَبِیی بَعدِی“ ۽ ٻي حديث هي آهي ”لأعطِيَنَّ الرَّايَةَ غَدَا رَجُلاً يُحِبُ اللهَوَرَسُولَهُ وَيُحِبُهُ اللهوَرَسُولُهُ“ (ڏسو مجموعة الفتاوىٰ ابن تيميه ج 4 ص 256).

شاباس! اهو ڪارنامو انجام ڏنو!! نه رهندو بانس نه وڄندي بانسري، پر حيرت آهي ته علامه ابن تيميه ڪيئن ٻي ڏڙڪ ابن حزم جا اهي لفظ نقل ڪري ڇڏيا؟ جڏهن ته ان جي امام اهل سنت امام احمد بن حنبل ۽ اهل سنت جي ٻين سيني معتبر ۽ ڀروسي جوڳن امامن ۽ محدثن جو اتفاق آهي ته جنهن تعداد ۾ صحيح ۽ پڪين سَنَدن سان مولئ علي عليه السلام جي شان ۾ حديثون آيون آهن ايتريون ڪنهن ٻئي اصحابي جي شان ۾ ڪونه آيون آهن. جنهن موجب فقط ”خصائص علي عليه السلام“ ۾ احمد ميرين البلوشي جي تحقيق سان امام نسائي رحمت الله عليه 194 حديثون شامل ڪيون آهن ۽ حافظ ابن حجر عسقلاني فرمايو آهي ته انهن مان اڪثر جي سَنَد پڪي پختي آهي. تنهنڪري پاڻ انصاف ڪيو ته ٻن کان سواءِ باقي حديثن جي صحيح هجڻ کان انڪار ڪرڻ ڪٿان جي دينداري ۽ ڪهڙي ديانتداري آهي؟

مون (ليکڪ) جي ناقص عقلَ مطابق انهيءَ سلسلي ۾ شيعه ۽ سني ٻئي انتها پسندي يعني گهٽ وڌائي ڪرڻ جو شڪار آهن. شيعه حضرات اهڙي قسم جي سنين حديثن مان مولئ علي عليه السلام جي اهڙي خلافت بلافصل جي دعوا ڪن ٿا جنهن سان ٽن خليفن جي

خلافت راشده باطل ٿي وڃي ٿي، جڏهن تہ وري ٻيا نالي ڪنيا سني مورڳو اهڙين سنين ۾ صحيح حديثن جو انڪار ڪري ڇڏين ٿا. نہ صرف اهو تہ حديثن جو انڪار ڪن ٿا بلڪ شيعن جي ترديد ۾ علي عليہ السلام جي گستاخي ڪرڻ جا مرتڪب ٿي وڃن ٿا. انا لله وانا اليہ راجعون.

ڇا انهيءَ واٽڙائپ جو نالو ايمان آهي؟ ڇا علي المرتضيٰ عليہ السلام جي شان ۾ آيل صحيح حديثن جو انڪار ڪرڻ يا انهن جون ٻي ٽُڪيون ۾ ٻي ڍنگيون تاويلون ڪرڻ ئي سنت آهي؟

لفظ "بعدي" کي اُڏائڻ يا ان کي اضافو قرار ڏيڻ دين جي خدمت ڪونهي، بلڪ ان جو صحيح موقعو بيان ڪرڻ دين جي خدمت آهي. اچو ڏسون تہ "هُوَوَلِی کُلِّ مُؤمِنٍ مِن ٌبَعدِی" مان جيڪڏهن ظاهري خلافت ثابت نٿي ٿئي تہ آخر ان ارشاد نبوي ﷺ جي ڪا حقيقت بہ آهي يا نہ؟

## الله موليٰ ۽ ولي، مصطفيٰ موليٰ ۽ ولي، علي موليٰ ۽ ولي

تحقيق ۽ مطالعي سان معلوم ٿئي ٿو تہ هن ۽ ان جهڙين ٻين سيني حديثن ۾ حضرت علي عليہ السلام جي روحاني ۽ باطني خلافت ۽ اڳواٽي جو شان بيان ڪيو ويو آهي. ڏسو الله تعاليٰ موليٰ ۽ ولي آهي ۽ ان پنهنجي ولايت جي شان ۾ هيئن فرمايو آهي:

"اَللّٰهُ وَلِیُّ الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡا یُخۡرِجُهُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّوۡرِ" (بقره:257) معنيٰ: الله مومنن جو سنڀاليندڙ آهي ۽ انهن کي اونداهي مان سوجهري ڏانهن ڪڍندو آهي.

جيئن تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ هر مومن جا موليٰ ۽ ولي آهن، انهيءَ ڪري اهو ڪم پاڻ سڳورا بہ ڪندا آهن، تنهن ڪري ارشاد باري تعاليٰ آهي:

"کِتٰبٌ اَنۡزَلۡنٰهُ اِلَیۡکَ لِتُخۡرِجَ النَّاسَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّوۡرِ ۬ۙ بِاِذۡنِ رَبِّهِمۡ اِلٰی صِرَاطِ الۡعَزِیۡزِ الۡحَمِیۡدِ ۙ﴿۱﴾" (سورت ابراهيم آيت1) معنيٰ: اسان هي ڪتاب تو ڏانهن هن لاءِ نازل ڪيو آهي تہ تون ماڻهن کي انهن جي رب جي حڪم سان ان غالب ۽ ساراهيل الله جي واٽ طرف اونداهين مان سوجهري ڏانهن ڪڍين.

۽ جيئن تہ حضرت علي عليہ السلام بہ هر مومن جا مولىٰ ۽ ولي آهن، انهيءَ ڪري اهو ڪم اهي بہ ڪندا آهن. اهوئي سبب آهي تہ فقط اهي ئي باب الحڪمت، باب العلم ۽ قرآن ناطق قرار ڏنا ويا ۽ فقط ان جي لاءِ ئي فرمايو ويو تہ اهو قرآن سان گڏ آهي ۽ قرآن ان سان گڏ آهي. ثقلين (ٻن ثقلن) مان ٻيءَ ثقل اڪبر يعني عترت جا امام بہ اهي آهن. قرآن شريف جي ظاهر سان گڏوگڏ ان جي باطن جو عالم بہ انهن کي چيو ويو آهي ۽ مڙني اصحابن سڳورن مان علم لدني جو وڏو عالم بہ انهن کي سڏيو ويو آهي، جيئن اڳتي انهن جي شان ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جو قول مبارڪ ايندو. انهن سببن جي بنياد تي اهو سمجهڻ حقيقت تي ٻڌل آهي تہ الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي فضل سان اهي بہ ماڻهن کي اونداهين مان روشني ڏانهن ڪڍندا آهن.

اچو ان سلسلي ۾ ڪجهہ جليل القدر اصحابن سڳورن جي شاهدي تي غور ڪيون. علامہ ابن زنجويہ رازي لکي ٿو:

”هڪڙي شخص حضرت علي المرتضىٰ عليہ السلام جي شڪايت ڪئي، ان وقت اهي (علي عليہ السلام) حضرت عمر رضي الله عنہ جي ڪچهريءَ ۾ ويٺا هيا. حضرت عمر رضي الله عنہ انهن کي چيو: اي ابوالحسن! اٿو ۽ پنهنجي خلاف فريادي سان گڏ ويهو. حضرت علي عليہ السلام اٿي فريادي جي پرسان ويهي رهيا. ٿوري بحث مباحثي کان پوءِ فريادي جي ڳالهہ غلط ثابت ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي جاءِ تي وڃي ويٺا. حضرت عمر رضي الله عنہ انهن جي چهري مبارڪ تي ناراضگيءَ جا آثار محسوس ڪيا تہ پڇيو: اي ابوالحسن! مان توهان جي چهري تي ناراضگيءَ جا آثار ڏسان ٿو ڇا توهان کي ڪا ڳالهہ اڻوڻندڙ لڳي؟ فرمايائون: اي اميرالمومنين، هائو. پڇيو ويو تہ ڪهڙي ڳالهہ؟ فرمايائون: توهان مونکي فريادي جي سامهون تعظيم خاطر ابوالحسن جي لقب سان سڏيو. توهان ائين ڇو نہ چيو ”قُم يَا عَلِي! فَاجْلِس مَعَ خَصْمِكَ؟“ يعني اي علي! اٿو ۽ پنهنجي فريادي سان گڏ ويهہ. ان تي حضرت عمر رضي الله عنہ حضرت علي عليہ السلام جي مٿي مبارڪ کي پڪڙي ان

جي پيشاني مبارڪ کي چميو ۽ عرض ڪيو: "بَاَبِي اَنتُم هَدَ انَا اللهُ، وَبِكُم اَخرَجنَا مِنَ الظُلمٰتِ اِلَى النُور" يعني منهنجا پيءُ ماءُ قربان، توهان ئي آهيو جن جي ذريعي الله تعاليٰ اسان کي هدايت ڏني ۽ توهان جي ئي ذريعي اسان کي اونداهين مان روشنيءَ ڏانهن ڪڍيو. (ڏسو مختصر ڪتاب الموافقة ص 155 ۽ 156؛ المناقب الخوارزمي ص 98).

جڏهن امام حسين عليہ السلام حضرت عمر رضي الله عنہ کي فرمايو هو تہ منهنجي بابا جي منبر تان لهي وڃ تہ حضرت عمر رضي الله عنہ ان جي سامهون بہ ان حقيقت جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪيو هو:

"وَهَل اَنْبَتَ عَلىٰ رُؤُسِنَا الشَّعْرَ اِلا اللهُ ثُمَ اَنتُم! وَوَضَعَ يَدَهُ عَلىٰ رَأسِهِ" يعني اسان جي مٿي تي وار الله کان سواءِ ڪنهن بہ نہ ڦُٽايا آهن پوءِ توهان ۽ انهن جا پنهنجا هٿ پنهنجي مٿي تي رکيا پيا هيا (هي عظمت طور هڪڙو محاورو آهي).

(ڏسو سير اعلام النبلاء ج 3 ص 285؛ تاريخ بغداد ج 1 ص 151 ۽ 152؛ تاريخ دمشق ج 14 ص 176 ۽ ج 30 ص 307؛ تحفة اللطيفة سخاوي ج 1 ص 295؛ صواعق المحرقہ ص 492؛ وغيره وغيره).

حافظ ابن حجر عسقلاني ۽ امام سيوطي رحمت الله عليهما فرمايو آهي: هن واقعي جي سَنَد صحيح آهي. (ڏسو الاصابہ ج 2 ص 69؛ تاريخ الخلفاء، دارالمنهاج ص 353، وط: دار بن حزم ص 116).

## الله جو ڪم ڪير ڀيو ڪيئن ٿو ڪري سگهي؟

شايد ڪوئي گهٽي عقل وارو انسان هن ڳڙتر ۾ پئجي وڃي تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ الله تعاليٰ بہ ظلمات (اونداهين ـ گمراهين) کان نور يعني روشني ـ هدايت ڏانهن ڪڍي ٿو رسول الله ﷺ بہ ظلمات کان نور ڏانهن ڪڍن ٿا ۽ حضرت علي عليہ السلام بہ ظلمات کان نور ڏانهن ڪڍن ٿا؟ تہ سائين هن کي ائين سمجهو جو الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ روح واري مخلوق کي موت ڏيڻ جي نسبت پاڻ ڏانهن بہ ڏني آهي، جيئن سورت زمر جي آيت 42 ۾ ذڪر ٿيل آهي "اللهُ يَتَوَفَّى الاَنفُسَ حِيْنَ مَوْتِهَا وَالَّتِىْ لَمْ تَمُتْ فِىْ مَنَامِهَا" معنيٰ: الله ماڻهن جا روح سندن مرڻ مهل ڪڍندو آهي ۽ جيڪي نہ مئا آهن انهن جا روح ننڊ جي حالت ۾ ڪڍي

تو وري اهو ڪم ملڪ الموت بہ ڪري ٿو جيئن سورت الم سجده جي آيت 11 ۾ ذڪر ٿيل آهي "قُلْ يَتَوَفّٰىكُمْ مَّلَكُ الْمَوْتِ الَّذِيْ وُكِّلَ بِكُمْ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ تُرْجَعُوْنَ ﴿۱۱﴾" معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ جيڪو موت جو ملائڪ توهان تي مقرر ڪيل آهي اهو توهان جو روح قبض ڪندو پوءِ پنهنجي رب ڏانهن موٽايا ويندو ﴿۱۱﴾. پوءِ اهو ڪم ٻيا ملائڪ بہ ڪندا آهن، جيئن سورت نساء جي آيت 97 "اِنَّ الَّذِيْنَ تَوَفّٰىهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ ظَالِمِيْٓ اَنْفُسِهِمْ قَالُوْا فِيْمَ كُنْتُمْ قَالُوْا كُنَّا مُسْتَضْعَفِيْنَ فِي الْاَرْضِ " معنيٰ: بيشڪ جيڪي ماڻهو پاڻ تي ظلم ڪري رهيا آهن تن جو ساهہ ڪڍڻ وقت ملائڪ انهن کي چوندا آهن تہ توهان ڪهڙي حال ۾ هيا. ۽ سورت محمد جي آيت 27 "فَكَيْفَ اِذَا تَوَفَّتْهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ يَضْرِبُوْنَ وُجُوْهَهُمْ وَاَدْبَارَهُمْ﴿۲۷﴾" معنيٰ: پوءِ جڏهن ملائڪ انهن جي منهن تي ۽ پٺين تي ڌڪ هڻي انهن جو روح قبض ڪندا تہ انهن جو ڪهڙو حال هوندو ﴿۲۷﴾. ۾ ذڪر ٿيل آهي.

ڏسو قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ پنهنجي هيڪڙائي (توحيد) جو پاڻ کي بہ شاهد چيو آهي، ملائڪن کي بہ شاهد چيو آهي ۽ عِلم وارن کي بہ شاهد چيو آهي. اهڙيءَ طرح الله جي ذات کي ڪائنات جي ذري ذري جي خبر آهي ۽ انسانن جي سيني ۾ لڪل خيالن کي بہ ڄاڻي ٿو پر ان جي باوجود ان هر انسان جي ڪلهن تي بہ ليکڪ (ڪاتب) بہ ويهاري ڇڏيا آهن. ان مان معلوم ٿيو تہ اهو الله تعاليٰ پنهنجي ڪجهہ ڪمن ۾ پنهنجن ٻانهن کي بہ شامل ڪندو آهي. انهيءَ لاءِ ان قرآن شريف ۾ پاڻ کي بہ زمين ۽ آسمان جي معاملن جي تدبير ڪرڻ وارو فرمايو آهي، جيئن سورت يونس آيت 3 ۾ "اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ يُدَبِّرُ الْاَمْرَ" معنيٰ: اي انسانو! بيشڪ توهان جو پالڻهار الله آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو پوءِ عرش ڏانهن توجهہ ڪيائين ۽ اهوئي ڪمن کي رٿيندو آهي، ۽ سورت سجده آيت 5 ۾ "يُدَبِّرُ الْاَمْرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الْاَرْضِ " معنيٰ: آسمان کان زمين تائين هر ڪم جي رِٿ الله ڪندو آهي. ذڪر ٿيل آهي ۽ پوءِ ان اها نسبت پنهنجي مخلوق ڏانهن بہ ڏني آهي، جيئن ارشاد فرمايو:

"فَالْمُدَبِّرٰتِ اَمْرًا﴿۵﴾" (النازعات: 5) معنيٰ: پوءِ سڀ ڪم رٿيندڙ ملائڪن جو قسم آهي ﴿۵﴾.

سو جيئن الله تعاليٰ مادي معاملن جي انجام ڏيڻ جي لاءِ ”مدبرات امرا“ پيدا ڪيا آهن, اهڙيءَ طرح ان روحاني معاملن جي لاءِ بہ ”مدبرات امرا“ پيدا ڪيا آهن. حاصل مطلب اهو تہ سڀني مومنن ۽ مومنياڻين جي لاءِ حضرت علي عليہ السلام جي ولايت جي معنيٰ اها آهي تہ انهن جي ولايت کي مڃڻ کان سواءِ ڪوبہ ٻانهو مومن ٿي ئي نٿو سگهي. ياد رکو! انساني لڏي مان ڪنهن بہ ٻانهي جو شرف ان جي مومن هجڻ ۾ آهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪوبہ ٻانهو الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ کي تہ پنهنجو موليٰ ۽ ولي مڃي ۽ انهن ٻنهي کي اونداهين (ظلمات) مان نور ڏانهن ڪڍڻ وارو تہ مڃي مگر علي عليہ السلام کي پنهنجو موليٰ ۽ ولي نہ مڃي ۽ ان کي ظلمات مان نور ڏانهن ڪڍڻ وارو نہ مڃي تہ اهو ان شخص وانگر هوندو جيڪو الله کي تہ شاهد (شهدالله انه) مڃي مگر ملائڪن ۽ اولي العلم جو منڪر هجي. سو جڏهن الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ پاڻ حضرت علي عليہ السلام کي سڀني مومنن جو موليٰ ۽ ولي ڪيو آهي تہ لازمي طور انهن کي پنهنجو موليٰ ۽ ولي مڃڻو پوندو, ورنہ انسان ظاهر ۾ تہ انسان نظر ايندو مگر حقيقت ۾ انساني شرف کان محروم هوندو. انساني شرف ٻانهي جي مومن هجڻ ۾ آهي ۽ جيڪو ٻانهو الله جي ولايت, ولايتِ مصطفوي ﷺ سان گڏوگڏ ولايتِ مرتضوي عليہ السلام جو قائل نہ هجي تہ اهو ڪنهن ٻئي شرف سان تہ ڀلا ايماني شرف کان ئي محروم ٿي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري حضرت عمر رضي الله عنہ چوندو هيو:

”وَ اعْلَمُوا اِنَّهُ لا يَتِمُ شَرَفٌ اِلا بِوِلايَةِ عَلِي عليہ السلام“ يعني ڄاڻي ڇڏيو تہ بيشڪ علي عليہ السلام جي ولايت کان بغير ڪوبہ شرف مڪمل ڪونهي.

(ڏسو صواعق المحرقه: ابن حجر مڪي ص 178; جواهر العقدين: سمهودي ص 381; رشفة الصادي ابي بڪر حضرمي ص 152).

## قرآن شريف جو هڪڙو ظاهر ۽ هڪڙو باطن

امام طبراني رحمت الله عليہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"أُنْزِلَ الْقُرْآنُ عَلٰى سَبْعَةِ أَحْرُفٍ لِكُلِّ حَرْفٍ مِنْهَا ظَهْرٌ وَ بَطْنٌ، وَ لِكُلِّ حَرْفٍ حَدٌّ وَلِكُلِّ حَدٍّ مُطَّلَعٌ" يعني قرآن شريف ستن اکرن تي نازل ڪيو ويو آهي، ان جي هر اکر جو هڪڙو ظاهر آهي ۽ هڪڙو باطن ۽ هر اکر جي هڪڙي حد آهي ۽ هر حد جي لاءِ هڪ "مُطَّلَع" آهي.

(ڏسو مجمع الڪبير ج 10 ص 105 ۽ 106 حديث 10107؛ فضائل القرآن: ابن سلام ص 42 ۽ 43؛ مشڪات المصابيح ج 1 ص 80 ۽ 81 حديث 5149؛ وغيره وغيره).

ارشاد نبوي ﷺ مان معلوم ٿيو تہ جيئن قرآن شريف جو هڪڙو ظاهر آهي ائين قرآن شريف جو هڪڙو باطن بہ آهي. قرآن شريف جو باطن ڪنهن تي پڌرو ٿيندو آهي ۽ اهي ان جي باطن مان ڇاڇا ڪڍي سگهندا آهن؟ ان جو ڪجهہ نمونو سمجهڻ لاءِ اسان جي ڪتاب "انوارالعرفان في اسماء القرآن" ۾ اسم "تفسير" جي تشريح غور سان پڙهو.

هتي اسان هن حديث جي راوي حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين تہ ان سيدالانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان اها حديث تہ ٻڌي، پر ان کي سندس زندگيءَ ۾ ڪو اهڙو ٻانهو بہ مليو جنهن وٽ قرآن شريف جي ظاهري عِلم سان گڏ باطني عِلم بہ هو؟ هائو ان کي اهڙو ٻانهو مليو هو. اهو ڪير هو؟ اچو ان جي پنهنجي زباني ٻڌو.

## مرتضوي باطني عِلم ابن مسعود رضہ جو مشاهدو

ماڻهو جڏهن اهڙي ڳالهہ ٻڌي تہ يقينن ان جي دل ۾ تمنا پيدا ٿيندي آهي تہ ان تي بہ باطني عِلم پڌرا ٿي وڃن يا ان کي اهو ٻانهو معلوم ٿي وڃي جيڪو انهن عِلمن جو امين هجي. اچو ڏسون تہ ان کي سڀني اصحابن سڳورن مان قرآن شريف جي باطني عِلمن جو عالم ۽ ماهر ڪير مليو؟ ان سلسلي ۾ اهو حديثِ نبوي ﷺ سان گڏ پنهنجو مشاهدو هيئن بيان ڪري ٿو:

"اِنَّ الْقُرْآنَ أُنْزِلَ عَلٰى سَبْعَةِ أَحْرُفٍ، مَا مِنْهَا حَرْفٌ اِلَّا لَهُ ظَهْرٌ وَ بَطْنٌ، وَ اِنَّ عَلِيَّ بْنَ أَبِي طَالِبٍ عِنْدَهُ مِنْهُ عِلْمُ الظَّاهِرِ وَ الْبَاطِنِ" يعني بيشڪ قرآن شريف ستن اکرن تي نازل ڪيو ويو، انهن مان هر اکر جو هڪڙو ظاهر آهي ۽ هڪڙو باطن

آهي ۽ بيشڪ علي بن ابوطالب عليہ السلام وٽ ان جو ظاهري ۽ باطني، ٻئي علم آهن.

(ڏسو حلية الاولياء ج 1 ص 105 وط: ج 1 ص 65؛ تقريب البغية: هيثمي ج 3 ص 86 حديث 3257؛ الجواهر الحسان ج 1 ص 35؛ البرهان الجلي ص 71 ۽ 72؛ وغيره وغيره).

## ابن مسعود رضہ جي مشاهدي جي تائيد ۾ حديثون

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي ان مشاهدي جي تائيد ٻن مشهور ترين حديثن "اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَ عَلِي بَابُهَا" ۽ "اَنَا دَارُ الْحِكْمَةِ وَ عَلِي بَابُهَا" منجهان وڌي انداز سان ٿي وڃي ٿي. بيشڪ عِلم باطن ۾ جيڪو مقام حضرت علي عليہ السلام کي حاصل هو اها ان جي ئي خصوصيت آهي. تنهنڪري امام الاولياء والاصفياء حضرت جنيد بغدادي رحمت الله عليہ چيو آهي:

"رِضْوَانُ اللهِ عَلٰى اَمِيْرِالْمُؤْمِنِيْنَ عَلِي، لَولا اَنَّهٗ اِشْتَغَلَ بِالْحُرُوبِ لاَ فَادَنَا مِنْ عِلْمِنَا هاذَا مَعَانِي كَثِيْرَةٌ، ذَاكَ اِمْرُؤٌ اُعْطِيَ عِلْمَ اللَّدُنِي" يعني اميرالمومنين علي المرتضيٰ عليہ السلام تي الله تعاليٰ جي رضا هجي، جيڪڏهن اهي لڙاين ۾ ڦاٿل نہ هجن ها تہ اسان کي اسان جي هن عِلم ۾ وڌي معنيٰ سان فيضياب ڪن ها، اهي هڪڙا اهڙا مڙس ماڻهو هيا جنهن کي عِلم لدني عطا ڪيو ويو هو.

(ڏسو رسائل الجنيد ص 362؛ اللمع ص 124؛ القول المستحسن ص 240).

مشهور عارف ابوالنصر عبدالله بن علي سراج طوسي رحمت الله عليہ (وفات 378 هجري) لکي ٿو:

"وَلاَ مِيْرِ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلِيَّ عليه السلام خُصُوْصِيَّةٌ مِنْ بَيْنِ جَمِيْعِ اَصْحَابِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ بِمَعَانِيْ جَلِيْلَةٍ وَاِشَارَاتٍ لَطِيْفَةٍ وَاَلْفَاظٍ مُفْرَدَةٍ، وَعِبَارَةٍ وَبَيَانٍ لِلتَّوحِيْدِ والْمَعْرِفَةِ وَالاِيْمَانِ وَالْعِلْمِ وغَيْرِ ذَالِكَ" يعني اميرالمومنين علي عليہ السلام کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سيني اصحابن سڀورن منجهان واضح معنيٰ، لطيف اشارن، نادر نقطن ۽ عبارتن، توحيد ۽ معرفت، ۽ ايمان ۽ عِلم وغيره جي بيان ۾ خصوصيت حاصل هئي.

(ڏسو: اللمع في تاريخ التَصَوف ص 124).

راقم الحروف مٿي جيڪو عرض ڪيو تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي هن بيان جي ٻن مشهور حديثن "اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَ عَلِى بَابُهَا" ۽ "اَنَا دَارُ الْحِكْمَةِ وَ عَلِى بَابُهَا" سان تائيد ٿئي ٿي، ان ڪي علامہ مختار احمد فال تجاني شنقيطي هيٺن لکيو آهي:

"وَقَدْ اَشَارَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ اِلٰى عِلْمِ الْبَاطِنِ بِقَوْلِهِ "اَنَا دَارُ الْحِكْمَةِ وَ عَلِى بَابُهَا" كَمَا اَشَارَ اِلٰى عِلْمِ الظَّاهِرِ بِقَوْلِهِ "اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَ عَلِى بَابُهَا" يعني بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي هن حديث ۾ باطني عِلم ڏانهن اشارو ڪيو آهي "مان حڪمت جو گهر آهيان ۽ علي (عليہ السلام) ان جو دروازو آهي، جيئن پاڻ سڳورن هن حديث ۾ ظاهري عِلم ڏانهن اشارو ڪيو آهي "مان عِلم جو شهر آهيان ۽ علي (عليہ السلام) ان جو دروازو آهي." (ڏسو رسالت البيان والتبيان في ان الصوفيت مذهبها السنت و القرآن ص 73).

## ابن مسعود رضہ جو قول ۽ باطني خلافت

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي هن بيان جي جتي ٻہ مشهور حديثون "اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَ عَلِى بَابُهَا" ۽ "اَنَا دَارُ الْحِكْمَةِ وَ عَلِى بَابُهَا" تائيد ڪن ٿيون اتي اهي ٻئي حديثون حضرت علي عليہ السلام جي باطني ولايت بہ ثابت ڪن ٿيون. انهيءَ ڪري جو قرآن شريف باطني عِلمن جو مرڪزي سينو آهي ۽ سيني جو عِلم سيني کان سيني ڏانهن ويندو آهي ۽ ان ڪي ئي معرفت، باطني ولايت، باطني خلافت، قطعيتِ باطنيہ ۽ حقيقي عشق چيو ويندو آهي. ان حقيقت کي هڪڙي شاعر ڪهڙي نہ خوبصورت انداز ۾ سمجهايو آهي:

*جو آگ کی خاصیت وہی عشق کی خاصیت*
*اک خانہ بخانہ ہے، اک سینہ بسینہ ہے۔*

اجا تائين اها باطني ولايت مرتضوي سيني مبارڪ کان هڪڙي سيني کان ٻئي سيني ڏانهن هلي رهي آهي. ڪوبہ سچو ۽ صحيح مسلمان اهڙو ڪونهي جيڪو ان سلسلي ۾ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان بي نياز هجي ۽ علي عليہ السلام ان جو ماويٰ، ملجاويٰ ۽ مولىٰ نہ هجي. عام مسلمان تہ ڇا سيني روحاني سلسلن جو ماويٰ ۽ ملجاويٰ بہ

حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي ذات پاڪ آهي. تنهنڪري شاهہ ولي الله محدث دهلوي ۽ حضرت علي بن عثمان هجويري رحمت الله عليهما لکن ٿا:

”درباب تصوف بحرے..... علي المرتضیٰ عليہ السلام“

يعني تَصَوف ۾ اهي هڪڙو انتهائي ڳوڙهو سمنڊ هيا پر انهن کي انهن جي خلافتي دور ۾ لڙاين ان جي تفصيل بيان ڪرڻ کان پري رکي ڇڏيو. حضرت جنيد بغدادي رحمت الله عليہ فرمائي ٿو تہ اصول ۽ بناء (روحانيت جي بنياد) ۾ اسان جا مرشد حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام آهن. (ڏسو ازالة الخلفاء ج 4 ص 502؛ ڪشف المحجوب فارسي ص 72, وط: ص 87؛ القول المستحسن: مولانا احسن زماني حيدرآبادي ص 240).

## ظاهري يا باطني خلافت کان علاوه ڪا ٻي صورت؟

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هيٺيان ارشاد:

(1) مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِی مَولاهُ

(2) مَن كُنتُ وَلِيَّهُ فَهَاذا وَلِيُّهُ

(3) هُوَوَلِیُّ كُلِّ مُؤمِنٍ بَعدِی

(4) هُوَوَلِيُّكُم بَعدِی

مان شيعہ حضرات حضرت علي عليہ السلام جي ظاهري خلافت بلافصل مراد وٺن ٿا پر سني حضرات ان کان انڪار ڪن ٿا. اهلِ معرفت ۽ صوفين انهن ٻنهي جي وچ ۾ هڪڙي مناسب ۽ قبول ڪرڻ جهڙي معنيٰ ٻڌائي آهي. اها هي آهي تہ ان مان باطني خلافت بلافصل مراد آهي. پر ان قول تي بہ اهي ناصبي ماڻهو جيڪي سنين ۾ شامل آهن، باهہ تي وِجن ٿا. اهي چون ٿا: باطني خلافت يا ولايت ۾ بہ حضرت علي عليہ السلام جو چوٿون نمبر آهي. علماءِ حق جي نظر ۾ ناصبين جي انهي موقف جي ارشادِ نبوي ﷺ سان هٽچراند کان علاوه ٻي ڪائي حيثيت ڪونهي. انهيءَ سلسلي ۾ ”القول المستحسن“ جي ليکڪ ڏاڍي سٺي ڳالهہ ڪئي آهي. جنهن موجب اهو ”من ڪنت مولاه فعلي مولاه“ جي معنوي اطلاق تي گفتگو ڪندي لکي ٿو:

”وَلَمَّا اِمطَعَ حَملُ الوِلايَةِ عَلَى الوِلايَةِ الظَّاهِرَةِ تَعَيَّنَ حَملُهَا عَلَى الوِلايَةِ البَاطِنَةِ، اِذ لا ثَالِثَ البَتَّةَ“ يعني ۾ جڏهن ولايت کي ولايت جي ظاهري معنيٰ تي گمان ڪرڻ منع آهي تہ اها ولايت باطني تي لاڳو ٿيندي، ڇوتہ ٽين معنيٰ نٿي ٿي سگهي. (ڏسو القول المستحسن في فخر الحسن ص 328).

## ولايت جو ماوِيٰ مرجاوِيٰ موليٰ مرتضيٰ

جيئن تہ سيدالمرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جي ئي حق ۾ فرمايو تہ اهي هر مسلمان جا موليٰ آهن، انهيءَ ڪري هر مسلمان کي حيثيت آهر باطني ولايت انهن کان ئي ملي ٿي. اهوئي سبب آهي تہ ولين سڳورن جا سيئي سلسلا انهن کان ئي فيض ورتل آهن. تنهنڪري اهل حديث عالم نواب صديق حسن خان قنوجي ڀوپالي لکي ٿو:

”قُلتُ: وَاَكثَرُالنَّاسِ حُبًّا لَهُ وَكَرَامَةَ لَهُ، ......اِلا مَاشَاءَ اللهُ تَعَالىٰ، تَنتَهِى اِلَيهِ عليه السلام“ يعني مان چوان ٿو: اهل سنت وارا ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي محبت ۽ عظمت ۾ سيني ماڻهن کان وڌيڪ محبت ڪرڻ وارا آهن، الله جا نيڪ ۽ ويجهڙا ٻانها ۽ خالص صوفي حضرات ان سان نسبت ۽ تعلق ۾ سيني کان گهڻو وڌيڪ آهن. سو سيني سلسلن، الا ماشاء الله، جي پڄاڻي ان وٽ ئي ٿئي ٿي.

(ڏسو الدين الخالص: قنوجي ج 3 ص 305).

## ڇا ڪوئي سلسلو مرتضوي فيض کان بي نياز آهي؟

نواب صديق حسن خان جي عبارت ۾ ”الا ماشاء الله“ جي لفظن مان جيڪا چوٽ محسوس ٿئي ٿي اها درست ڪونهي، ڇوتہ امام مناوي رحمت الله عليہ لکي ٿو:

”قَالَ الحِرَالِى: سِلسِلَةُ اَهلِ الطَّرِيقِ تَنتَهِى مِن كُلِّ وَجهِ مِن جِهَةِ المَشَائِخِ وَالمُرِيدِينَ اِلىٰ اَهلِ البَيتِ .... فَرَجَعَ الكُلُّ اِلىٰ عَلِى، اُولائِكَ حِزبُ اللهِ“ يعني امام حرالي (علي بن احمد بن حسن تحيبي وفات 637 هجري) فرمائي ٿو: اهل طريقت جي سلسلي جي مرشدن ۽ مريدن جي هر رخ کان پڄاڻي اهلبيت تي ٿئي ٿي. سو اڪثر مشائخن جي رخن جا سلسلا تاج العرفاء ابوالقاسم جنيد بغدادي رحمت الله عليہ ڏانهن وڃن ٿا ۽ ابوالقاسم جنيد

بغدادي جي شروعات ان جي مامي شيخ سري رحمت الله عليہ کان ٿي ۽ ان معروف بن فيروز ڪرخي رحمت الله عليہ جي پيروي ڪئي جيڪو حضرت امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جو غلام آهي جنهن ان کان ۽ ان جي ابن ڏاڏن عليهم السلام کان فيض حاصل ڪيو تنهنڪري اهي سڀ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام وٽ پهچن ٿا ۽ اهي ئي "حزب الله" يعني الله جي جماعت آهن.

(ڏسو فيض القدير ج 3 ص 459, وط: ج 6 ص 3099 حديث 3967).

مشهور يمني محدث سيد احمد بن محمد بن صديق الغماري رحمت الله عليہ بہ ائين ئي لکيو آهي. (ڏسو البرهان الجلي في تحقيق انساب الصوفيه الیٰ سيدنا علي عليہ السلام ص 65).

## ابوتراب ڪنيت تي ڪجھ عارفن جي سوچ ويچار

ڪجھ عارفن سڳورن ان حقيقت ڪي حضرت علي عليہ السلام جي مشهور ڪنيت "ابوتراب" مان بہ ڪڍيو آهي, جنهن موجب حضرت خواجہ باقي بالله نقشبندي رحمت الله عليہ هن ڪنيت تي فارسي زبان ۾ هڪڙو نظم لکيو آهي, جنهن کي شيخ محدث دهلوي رحمت الله عليہ "شرح سفرالسعاده" ۾ بہ نقل ڪيو آهي ۽ ان کي آساني سان سمجهايو آهي. هتي اسان مختصر طور تي ان آسان سمجهاڻي کي نقل ڪيون ٿا.

شيخ محدث رحمت الله عليہ لکي ٿو:

"بعض اہل تحقیق از ارباب تصوف را دریں اسم ...... چنانچہ منتہائے سلاسل مشائخ طریقت بذاتِ او ست" يعني تَصَوف وارن مان ڪجھ تحقيق ڪندڙن هن ڪنيت جي روشنيءَ ۾ ڳُوڙها اشارا ۽ موقعي مهل واريون معنائون بيان ڪيون آهن. چيو آهي تہ هي ڪنيت حضرت علي عليہ السلام جي رتبي جي ڪمال ۽ ان جي انتهائي فضيلت تي دلالت ڪري ٿي. تَصَوف وارا تراب يعني مٽي کي توحيد ۽ فنا وارن جي وجود سان تعبير ڪن ٿا, تنهنڪري ابوتراب جو حاصل مطلب اهو ٿيو تہ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام فقراء جي طبقي, فنا وارن ۽ ڪمال وارن جو بنياد, انهن جا اڳواڻ ۽ امام آهن. اهوئي سبب آهي تہ طريقت جي مشائخن جي سلسلن جي پڄاڻي انهن جي ئي پاڪ ذات تي ٿئي ٿي.

(ڏسو شرح سفرالسعاده فارسي ص 388، قادري مشائخن ۾ اُچ شريف جي ساداتن جو ذڪر :ملا برخوردار ملتاني ص 172).

مشهور محدث سيد احمد غماري به حضرت خواجه باقي بالله نقشبندي رحمت الله عليهما جي ڪتاب "المثوي" جي حوالي سان ائين لکيو آهي. (ڏسو البرهان جلي في تحقيق انساب الصوفيه الىٰ علي عليه السلام ص 29).

## اهلبيت کان غيروابسته فيضياب ڇو ٿيندا؟

سوال پيدا ٿئي ٿو ته جيڪڏهن ڪوئي شخص پلي منڪر به نه هجي پر ظاهري طور اهلبيت سان وابسته نه هجي ته ان کي اهو فيض ڪيئن ٿو ملي سگهي؟ ان جو جواب شاهه عبدالعزيز رحمت الله عليه جي هيٺين عبارت ۾ موجود آهي. اهو لکي ٿو:

"ومعنیٰ قطبیت باطنہ اَست کہ حق تعالیٰ بعضے بندگان خود را مخصوص سازد...... وبواسطہ آں تمام اہلِ خانہ روشن شوند ایں را قطب ارشاد نامند" يعني قطبيت باطني جي معنىٰ اها آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي ڪجهه ٻانهن کي خاص ڪري چڱيندو آهي جو فيضِ الاهي پهريان ۾ ذاتي طور انهن تي نازل ٿيندو آهي، پوءِ انهن کان ٻين ڏانهن منتقل ٿيندو اهي. توڙي جو ظاهري طور ڪوئي انهن کان فيض حاصل نه ڪري، جيئن سج جا ڪرڻا روشندان جي ذريعي ڪنهن گهر ۾ پهچن ته پهريان اهو روشندان روشن ٿيندو ۽ ان جي واسطي سان گهر جون سڀ شيون روشن ٿينديون، ان کي قطبِ ارشاد چئبو آهي. (ڏسو فتاويٰ عزيزي فارسي ص 129).

ڪجهه اجايو اعتراض ڪرڻ وارن جي ترديد ۾ اها ڳالهه علامه عبدالحڪيم شرف قادري به بيان ڪئي آهي. (ڏسو البريلويه کا تحقيقي و تنقيدي جائزه ص 151).

جيڪڏهن هتي حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جو اهو قول سامهون رکيو وڃي جيڪو ان حضرت علي عليه السلام کي چيو هو "الله تعالىٰ توهان جي ذريعي اسان کي هدايت ڏني ۽ اونداهين کان نور طرف ڪڍيو" ته اها حقيقت وڌيڪ پڌري ٿي ويندي.

## ڇا اهلبيت ۾ قطبيت جو نظريو يهودين وانگر آهي؟

باطني خلافت ۽ باطني ولايت کي باطني قطبيت سان تعبير ڪيو ويندو آهي ۽ صوفي عالم سڳورن لکيو آهي تہ هن نعمت جو امين حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام ۽ ان جي پاڪ اولاد عليهم السلام آهي. انهن چيو آهي تہ انهيءَ ڪري حضرت امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام فقط ڇهہ مهينا خلافت سنڀالي ڇوتہ ان کان پوءِ ڪائي وڃڻ واري ملوڪيت جو دور شروع ٿيڻ وارو هو. پر افسوس اهو آهي تہ ڪجهہ نالي چڙهيَن سنين ان ڳالهہ کي رافضيت ۽ يهوديت سان تعبير ڪيو آهي. تنهنڪري اهي لکن ٿا:

”ڇهين درجي تي ولايت ۾ افضليت ۽ يڪتائيءَ کي ابن ڏاڏن جي اولاد ۾ قطبيت جي جاري رهڻ جو سبب قرار ڏيڻ بہ عجيب رافضاڻي بلڪ يهوداڻي حرڪت آهي. اسان ان کي رافضاڻي حرڪت ۽ يهوداڻي حرڪت چو چيو؟ خردومطالعہ بايد.“ (ڏسو ضرب حيدري ص 187).

اچو جائزو وٺون تہ ان سلسلي ۾ اهل سنت جا عالم، عارف ۽ صوفي حضرات ڇا ٿا چون.

## اهلبيت ۾ ولايت ۽ قطبيت تي عالمن ۽ عارفن جو موقف

ڪجهہ ناصبين ۽ حقيقي تَصَوف ۽ صوفين کان بي خبر ماڻهن کي اها حقيقت سمجهہ ۾ اچي يا نہ اچي پر اهلِ حق عالمن سڳورن پنهنجي پنهنجي انداز ۾ هن حقيقت کي مڃيو بہ آهي ۽ بيان بہ ڪيو آهي ۽ ان جي حڪمت بہ پڌري ڪئي آهي. هيٺين سٽن ۾ اسان ڪجهہ عالمن ۽ عارفن سڳورن جون وضاحتون پيش ڪيون ٿا.

## امام سمهودي ۽ شيخ ابوبڪر حضرمي جو موقف

امام سمهودي ۽ شيخ ابوبڪر حضرمي رحمت الله عليهما لکن ٿا:

”وَقَد اُعطِى اِبرَاهِيمُ صَلَوَاتُ اللّٰهِ عَلَيهِ اَنبِيَاءَ مِن اَهلِ بَيتِهِ ......... عُضّوُا مِن ذَالِكَ التَّصَرُّفُ البَاطِنُ فَصَارَ قُطُبُ الاَولِيَاءِ فِى كُلِّ زَمَانٍ مِن اَهلِ البَيتِ النَّبَوِى.“

يعني حضرت ابراهيم عليہ السلام کي ان جي اهلبيت ۾ نبي سڳورا عطا ڪيا ويا ۽ اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي خاتم الانبياء جي اعزاز سان نوازيو ويو. جنهن سان نبين جو سلسلو ختم ٿي ويو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ان جي عيوض جيڪا شي ڏني وئي اها پاڻ سڳورن جي اهلبيت ڪرام عليهم السلام جي ڪامل پاڪائي آهي، ان پاڪائي جي ڪري اهلبيت مان ايترا گهڻا بزرگ وراثت ۽ ولايت تي فائز ٿيا جنهن جو ڳاڻيٽو نٿو ڪري سگهجي.

ان ڪان علاوه ڪجهہ علماءِ حق هن طرف ويا آهن تہ حضرت امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام جي خلافت جو معاملو انهيءَ ڪري اڳتي نہ وڌيو جو اڳتي ملوڪيت جو دور شروع ٿي ويو هو. ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي تہ اسان اهلبيت جي لاءِ الله تعاليٰ دنيا جي بدلي آخرت کي پسند ڪيو آهي. سو اهلبيت کي ان جي بدلي ۾ باطني تصرف عطا ڪيو ويو. جنهن ڪري هر زماني ۾ قطب الاولياء اهلبيت نبوت مان ٿي ٿيندو آهي. (ڏسو جواهر العقدين: سمهودي ص 205 ۽ 206، رشفة الصادي ص 128).

## علامہ ابن حجر هيتمي مڪي جو موقف

علامہ ابن حجر هيتمي مڪي رافضين جي ترديد ۾ ايتري قدر مشهور ۽ سخت آهي جو شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمت الله عليہ جهڙي وچٽري طبيعت واري بزرگ بہ ان جي ڪتاب کي تعصب سان ڀريل چيو آهي پر ان جي باوجود ان جي ڪتاب مان اهلبيت عليهم السلام جي شان ۾ گهڻو ڪجهہ ملي ٿو. ان آيت تطهير تي سنئو ۽ تفصيلي بحث ڪيو آهي. ان جو موقف آهي تہ ڇهن مهينن ڪان پوءِ حضرت امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام طرفان خلافت تان هٿ کڻڻ ان جي پاڪائي جو سبب آهي. تنهنڪري اهو آيت تطهير جو تفسير ڪندي لکي ٿو:

”هي آيت اهلبيت نبوي ﷺ جي فضائل جو مرڪزي بنياد آهي، ڇوتہ اها آيت انهن جي روشن خوبين تي مشتمل ۽ انهن جي عظمت جي پيشانيءَ جو جهومر آهي. انهيءَ لحاظ کان تہ ان آيت کي لفظ ”اِنَمَا“ سان شروع ڪيو ويو آهي. جيڪو دائري جو فائدو ڏئي ٿو يعني ان جي باري ۾ الله تعاليٰ پاڻ چاهي ٿو تہ انهن کان ”رِجس“ کي پري رکي جيڪو گناهہ آهي يا جنهن ڳالهہ تي ايمان واجب هجي ان ۾ شڪ جو اچڻ ۽ انهن کان سيني خراب عادتن ۽ سوچن جو پري رکڻ ئي انهن جي پاڪائي آهي. ان کان علاوه، اهڙيون حديثون بہ آهن تہ انهن تي دوزخ حرام آهي ۽ اهوئي پاڪائي (تطهير) جو فائدو ۽ ان جو مقصد آهي. جڏهن تہ الله تعاليٰ جي ڪرم سان ان جي بارگاهہ ۾ لاڙو رکڻ ۽ سٺن عملن تي ڄمي بيهڻ لاءِ انهن کي الهام ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري جڏهن انهن کان ظاهري خلافت هلي وئي جيڪا بادشاهت ٿي چڪي هئي ۽ امام حَسن مجتبيٰ عليہ السلام وٽ نہ رهي تہ اهلبيت حضرات عليهم السلام کي ان جي بدلي باطني خلافت عطا ڪئي وئي. ايستائين جو عالمن سڳورن جي هڪڙي جماعت اها دعويٰ ڪئي آهي تہ هر زماني ۾ قطب الاولياء فقط اهلبيت حضرات عليهم السلام مان هوندو آهي. (ڏسو صواعق المحرقہ، مڪتبہ فياض، مصر ص 420 ۽ 421؛ المنح المڪيہ في شرح الهمزيہ: ابن حجر مڪي ص 539).

## علامہ احسن الزمان جو موقف

علامہ احسن الزمان حيدرآبادي چشتي نظامي سليماني تونسوي ان مسئلي تي گَهرائيءَ سان لکيو آهي. ان علماء عقائد ۽ صوفيہ ٻنهي جا قول گڏ ڪيا آهن، جن جو خلاصو هي آهي:

”خلافت ۽ امامت بہ الڳ الڳ ڳالهيون آهن. خلافت ظاهري ڪمن، معاملن، عدل ۽ انصاف وغيره کي هلائڻ جو نالو آهي ۽ امامت باطني ڳالهين جي حفاظت ۽ قانون تي نظرداري وغيره ڪرڻ آهي. اهي ٻئي ڪڏهن هڪڙي شخص ۾ بہ گڏ ٿي وينديون آهن پر جيڪڏهن جدا آهن تہ خليفو امام کان سواءِ

هلي نٿو سگهي. ان مان خليفي کان باطن جي نفي مقصد ڪونهي، تڏهن به "اِنَّ الاِمَامَ بِمَنزِلَةِ الشَّيخِ فِي التَکمَلَةِ" يعني امام تڪميل جي لاءِ مرشد جي قائم مقام هوندو آهي. فوائدالفوائد شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي ته شيخ المشائخ محبوب الاهي رحمت الله عليه هڪڙو پيرو حضرت عمر رضي الله عنه جي هيبت ۽ دين ۾ ان جي استقامت جو ذڪر ڪيو. پوءِ ان جا اهڙا به واقعا بيان ڪيا جن ۾ ان جو مشهور قول "لَولا عَلِي لَهَلَکَ عُمَرُ" يعني علي (عليه السلام) نه هجي ها ته عمر هلاڪ ٿي وڃي ها. پوءِ فرمايو: "اَنَّهُ مَعَ تِلكَ الدَّرَجَةِ مِنَّ العَظمَةِ کَانَ بِالنِّسبَةِ اِلی المُرتَضیٰ کَرَمُ اللهُ وَجهَهُ هٰکَذَا" يعني حضرت عمر رضي الله عنه عظمت جي ان درجي تي فائز هجڻ جي باوجود مرتضيٰ ڪرم الله وجه سان ائين نسبت رکندو هو." (ڏسو القول المستحسن في فخرالحسن ص 332 ۽ 333).

ان ڳالهه کي مبالغو نه سمجهو بلڪ اها حقيقت هئي، اهوئي سبب آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه هڪڙو دفعو حضرت علي عليه السلام کي عرض ڪيو:

"لا اَبقَانِی اللهُ بَعدَکَ يَا عَلِي" يعني اي علي (عليه السلام)! الله تعاليٰ مونکي توهان کان پوءِ زنده نه رکي.

(ڏسو الرياض النضرة في مناقب العشرة ج 4 ص 142؛ ذخائرالعقبي: محب طبري ص 100 وط: ج 1 ص 397؛ انساب الاشراف: بلاذري ج 2 ص 853؛ وغيره وغيره).

اهوئي ته اهل سنت وارن وٽ "اِنِّي تَارِکُ فِيکُم الثَّقَلَين" جو مطلب ۽ مقصد اهي ته وقت جو خليفو جيئن قرآن جو محتاج هوندو آهي ائين بئي ثقل يعني اهلبيت جو به محتاج هوندو آهي. علامه احسن الزمان جو اهو فرمايو: "اِنَّ الاِمَامَ بِمَنزِلَةِ الشَّيخِ فِي التَکمَلَةِ" يعني امام تڪميل جي لاءِ شيخ (مرشد) جو قائم مقام هوندو آهي، ان سان گڏ "مَن کُنتُ مَولاهُ فَعَلِي مَولاهُ" کي گڏائي ڪجهه غور ڪيو ته توهان تي آقا صلي الله عليه وآله وسلم جي فرمان جي افاديت روشن کان روشن تر ٿيندي ويندي.

بيشڪ جڏهن جڏهن ۽ جنهن جنهن به اهلبيت حضرات عليهم السلام جي اها عظمت سمجهي ورتي ته انهن کي پنهنجو امام سمجهيو.

انهن سان لاڳاپيل رهيو ۽ انهن کان فائدو حاصل ڪيو ته ان جو دين ۽ دنيا ٻئي سنوارجي ويا ۽ جيڪو به اهلبيت عليہ السلام کان پري رهيو ته اهو محروم رهيو.

## شيخ مومن بن حسن شبلنجي ۽ محمد بن علي الصبان جو موقف

شيخ مومن بن حسن ۽ شيخ محمد بن علي الصبان رحمت الله عليهما به شيخ ابن حجر مڪي وانگر لکيو آهي.

(ڏسو نورالابصار في مناقب آل بيت النبي المختار ص 133، ڇپائيندڙ مصطفيٰ الباني حلبي، مصر 1367 هجري، وط: المڪتبه العصريه، بيروت ص 168؛ وغيره وغيره).

## شيخ عبدالحق محدث دهلوي جو موقف

شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمت الله عليہ لکي ٿو: ”خلافت نامہ خاتم نبوت چوں بمهر خاتم ولایت ﷺ رسید تمام شد و دور خلافت باختتامش ..... اگرچہ جمال محمد در تمام آلِ محمد تابان ﷺ . درهمہ جمالِ دگر ﷺ و کمال دگر ﷺ ، جمال جمالِ محمد ﷺ و کمال کمالِ محمد ﷺ .“

يعني جڏهن خاتم نبوت ﷺ جي خلافت حضرت علي عليہ السلام تائين پهتي ته ان عِلم ۽ ولايت جي وڻ مان طوبيٰ جي وڻ وانگر اڻ ڳڻيون ٽاريون ڦُٽي نڪتيون، جن جا ڪمال هر طرف ڇانيل رهيا ۽ پوري دنيا علي عليہ السلام جي ولايت جي نور سان روشن ٿي وئي. خاص طور تي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ اولادحقيقي وراثت موجب ۽ ذاتي ولايت جي مناسبت سان ان جو پورو پورو حصو ۽ فيض حاصل ڪيو ۽ پنهنجي ذاتي عصمت جي بنياد تي معنوي ولايت جو جهنڊو بلند ڪندي ظاهري حڪومت ٻين لاءِ ڇڏي ڏني. خاندانِ نبوت مان نورِ ولايت نه ته ڪڏهن ختم ٿيو نه ٿيندو ۽ ولايت جو آسمان انهن قطبن کان سواءِ ڪڏهن به ٿانيڪو نه رهيو آهي. انهن مان ئي الله تعاليٰ جنهن کي گهريو جهان جو قطب الاقطاب، بني آدم جو غوث ۽ جنن ۽ انسانن جو ٽڪاڻو بڻائي اولهه ۽ اوڀر ۾ مشهور ۽ معروف ڪري ڇڏيو ۽ اسان جي آقا حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ کي دينِ اسلام کي

پيهر زنده ڪرڻ وارو ٻڌايو. توڙي جو جمالِ محمدي ﷺ سموري آل ۾ چمڪندڙ ۽ روشن آهي مگر محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه ۾ ان جو ڪجهه پيو رنگ آهي جيڪو حقيقي طور جمال احمدي ۽ ڪمالِ محمدي ﷺ جو اعليٰ مظهر آهي. (ڏسو اخبارالاخيار (بحذف اشعار) ص 5، مهر منير جو ترجمو ص 21).

هڪڙي ٻي جاءِ تي شيخ محدث رحمت الله عليه جتي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم کي مطلق طور سيدالانبياء لکيو آهي ته مولىٰ علي عليه السلام کي مطلق طور سيدالاولياء لکيو آهي. اهو لکي ٿو:

”روزے حضرت رسالت پناه دست در دست علی المرتضٰی علیه السلام در بعضی بساتین مدینه میگشت ناگاه از درمیان نخله آواز برآمد که هَاذَا مُحَمَّدٌ سَيِّدُ الاَنبِيَاءِ وَ هَاذَا عَلِيٌّ سَيِّدُ الاولِيَاءِ اَبُوالاَئِمَةِ الطَّاهِرِينَ .“

يعني هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم حضرت علي عليه السلام جي هٿ ۾ هٿ ڏئي مديني منور جي ڪنهن باغ وٽان گذريا ته اوچتو ڪجيءَ جي هڪڙي وڻ مان آواز آيو: هي محمد سيدالانبياء آهن ۽ هي علي عليه السلام سيدالاولياء آهن ۽ پاڪ امامن عليهم السلام جا بابا آهن. (ڏسو جذب القلوب فارسي ص 29).

## ملا علي قاري جو موقف

ابن حجر مڪي جي شاگرد ملا علي قاري رحمت الله عليهما هن حقيقت کي مختصر طور هيئن بيان ڪيو آهي: ”لَقَد بَلَغَنِى عَن بَعضِ الاَكَابِرِ..... اَلمَهدِى خَاتِمَةُ الاَقطَابِ .“

يعني مونکي ڪجهه اڪابرن کان معلوم ٿيو ته حضرت امام حسن بن علي عليهم السلام جڏهن فتني ۽ فساد جي ڪري خلافت ڇڏي ته الله تعالىٰ ان کي ان جي بدلي ۾ قطبيتِ عظمىٰ عطا فرمائي، حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه وچون قطب (قطبِ وسطىٰ) هيو ۽ امام مهدي عليه السلام آخري قطب هوندا. (ڏسو نزهت الخاطر الفاتر قلمي ص 6؛ نزهت الخاطر الفاتر مترجم ص 41).

ملا علي قاري رحمت الله عليه اهڙي ڳالهه هڪڙي ٻي جاءِ تي به ڪئي آهي. (ڏسو مرقات شرح المشڪات ج 9 ص 349 حديث 5452).

## فاضل بريلوي جو موقف

ملا علي قاري جي اها عبارت فاضل بريلوي مولانا احمد رضا خان رحمت الله عليہ بہ نقل ڪئي آهي. (ڏسو فتاويٰ رضويہ ج 28 ص 329).

ان ڪان علاوه، مولانا بريلوي صاحب شيخ احمد سرهندي ۽ قاضي ثناء الله پاني پتي جي وضاحت ڪي بہ هاڪاري طور نقل ڪيو آهي. تنهن ڪري اهو قاضي صاحب جي عبارت جو ڪجهہ حصو نقل ڪرڻ ڪان پوءِ لکي ٿو:

”پوءِ (قاضي ثناء الله) پاڪ امامن سڳورن عليهم السلام کي ترتيب سان ان عظيم منصب جو عطا ٿيڻ لکي، پوءِ لکي ٿو: بعد وفات عسکري عليه السلام تا وقت ظهور سيد الشرفا غوث الثقلين محي الدين عبدالقادر الجيلاني ايں منصب بروح حسن عسکري عليه السلام متعلق بود.“

يعني امام حسن عسڪري عليہ السلام جي وفات ڪان پوءِ سيدالشرفا غوث ثقلين محي الدين عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ جي ظهور تائين اهو منصب امام حسن عسڪري عليہ السلام جي روح سان متعلق رهيو.“ (ڏسو فتاويٰ رضويہ ج 9 ص 811).

مولانا بريلوي رحہ وٽ هيٺين لفظن سان هڪڙو سوال نامو آيو:

پارهن امام جن جا نالا عوام ۾ مشهور آهن، انهن مان امام علي المرتضيٰ عليہ السلام، امام حَسن عليہ السلام، امام حسين عليہ السلام ۽ امام مهدي عليہ السلام ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي امام جي باري ۾ صحيح حديثن ۾ اشاري طور يا چٽي نموني ڪائي خبر آئي آهي؟ امامت انهن جي ولايت جي درجي طور مڃڻ گهرجي، انهن جا عقيدا ۽ حڪم ۽ عمل وغيره مجتهد امامن مان ڪنهن هڪڙي وانگر هيا يا سيني ڪان الڳ هيا؟

جواب:

امام محمدباقر عليہ السلام جي بشارت وضاحت سان صحيح حديث ۾ موجود آهي، جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنہ ڪان روايت آهي: حضور اقدس صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جو ذڪر ڪرڻ فرمايو تہ ان کي منهنجا سلام چئجان. حضرت

امام محمدباقر عليہ السلام جاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ حضرت جابر رضہ وٽ آيا، ان (جابر رضہ) انهن جو عزت احترام سان آڌرڀاءُ ڪيو ۽ چيو "رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم يُسَلِّمُ عَلَيكَ" يعني رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اوهان لاءِ سلام چيا هيا ۽ "اَخرَجَ مِنكُما الكَثِيرَ الطَّيِّبَ" يعني الله تعاليٰ توهان کي گهڻي پاڪ اولاد عطا فرمائي. ان حديث ۾ سيني امامن جي بشارت آهي. امامت جيڪڏهن دين ۾ اڳواڻ يا رهبر جي معنيٰ ۾ آهي تہ بيشڪ انهن جا غلام ۽ غلامن جا غلام بہ دين ۾ رهبر ۽ پيروي ڪرڻ جي لائق آهن. ۽ جيڪڏهن اصطلاح ولايت جي درجن طور مقصد ۽ مطلب وارو آهي تہ هر غوث جا بہ وزير هوندا آهن عبدالملڪ ۽ عبدالرب انهن کي امام سڏورا چئبو آهي تہ بيشڪ اهي سڀ حضرات خود غوث ٿيا. ۽ جيڪڏهن امامت مان عام خلافت جي معنيٰ مراد آهي تہ اها انهن مان صرف اميرالمومنين موليٰ علي عليہ السلام ۽ حضرت امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام کي ملي ۽ هاڻي حضرت امام مهدي عليہ السلام کي ملندي ۽ بس. (ڏسو فتاويٰ رضويہ ج 26 ص 430).

## قاضي محمد برخوردار ملتاني جي عمدي پيٽ

هن کان اڳ علامہ احسن الزمان حيدرآبادي نظامي حديث "مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِيٌ مَولاهُ" مان باطني خلافت تي جيڪا روشني وڌي آهي، ان کي توهان پڙهي آيا آهيو. ان کي نظر ۾ رکندي هڪڙي ٻئي نظامي محقق عالم جي تحقيق مان بہ لطف وٺو. قاضي برخوردار ملتاني رحمت الله عليہ هن موضوع تي تفصيل سان لکيو آهي. جيئن تہ ان جو ڪتاب اردو زبان ۾ ويجهڙ ۾ ئي شايع ٿي چڪو آهي، تنهنڪري مڪمل تفصيل ان ۾ پڙهو. هتي اسان ان جي عبارت جو مخصوص حصو نقل ڪنداسين. پر ان کان اڳ ۾ تمهيدي گذارش ضرور پڙهو:

رافضي ماٺهو هينئين حديثن

(1) مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِيٌّ مَولاهُ

(2) اَنتَ مِنّي بِمَنزِلَةِ هَارُونَ مِن مُوسىٰ، اِلا اَنَّهُ لا نَبِيَّ بَعدِى

(3) عَلِيٌّ وَلِيٌّ كُلِّ مؤمِنٍ بَعدِى

مان حضرت علي عليہ السلام جي بلافصل ظاهري خلافت لاءِ دليل وٺن ٿا ۽ ٽن خليفن جي خلافت جو انڪار ڪن ٿا، جڏهن تہ ٽن خليفن جي خلافت جي حقانيت تي بہ صحيح حديثون موجود آهن. ٻئي طرف ناصبي ۽ نام نهاد سني حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ مٿيُن حديثن کي ظاهري خلافت تہ ڇا باطني خلافت لاءِ بہ نٿا مڃين. قاضي برخوردار رحمت الله عليہ اهڙين حديثن جي وچ ۾ عمدي ٻيٽ ڪئي آهي، تنهنڪري اهو نام نهاد سنين ۽ رافضين جي ترديد ڪندي لکي ٿو:

"هاڻي سوال پيدا ٿيندو تہ اهو تہ سڀ ڪجهہ ٺيو پر صحيح حديثون خود سنين جي ڪتابن ۾ موجود آهن تہ سرورِ عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي حق ۾ فرمايو "مَن كُنتُ مَولاهُ فَعلِي مَولاهُ" ۽ هي حديث ايترن حوالن سان روايت ٿيل آهي "كَادَ اَن يَّكُونَ مُتَوَاتِرًا" يعني لڳاتار بيان ڪيل آهي. ٻين ٻن حديثن "اَنتَ مِنِّى بِمَنزِلَةِ هَارُونَ مِن مُوسىٰ، اِلا اَنَّهُ لا نَبِيَّ بَعدِى" ۽ "عَلِيٌّ وَلِيُّ كُلِّ مؤمِنٍ بَعدِى" کي محدثن صحيح چيو آهي، انهن جو ڪهڙو جواب آهي؟ اسان وڏي زور سان ۽ وڏي وات چئون ٿا تہ اهي حديثون صحيح آهن. موليٰ جي معنيٰ خليفو بہ فرض ڪري ٿا وٺون ۽ مڃون ٿا تہ "بَعدِي" بہ گڏيل هجڻ جي لاءِ آهي پر حديث "اِقتَدُو مِن بَعدِى اَبِى بَكرٍ وَ عُمَرَ" يعني مون کان پوءِ ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ جي پيروي ڪجو "اِن لَم تَجِدِينِى فَأتِى اَبَا بَكرٍ" يعني اي خاتون! جيڪڏهن تون مونکي نہ لهين تہ ابوبڪر وٽ اڇجان "مُرُوا اَبَا بَكرٍ يُصَلِّ بِالنَّاسِ" يعني ابوبڪر رضہ کي چئو تہ ماڻهن کي نماز پڙهائي. هڪڙي عورت کي چيائون: "اِن جِئتِ فَلَم تَجِدِينِى فَأتِى اَبَابَكرٍ، فَاِنَّهُ الخَلِيفَةُ مِن بَعدِى" يعني جيڪڏهن تون اچين ۽ مونکي نہ لهين تہ ابوبڪر وٽ اڇجان بيشڪ اهو مون کان پوءِ خليفو آهي. ("فَاِنَّهُ الخَلِيفَةُ مِن بَعدِى" وارن لفظن سان ڪنهن بہ حديث جي ڪتاب ۾ حديث ڪونهي. فيضي). ان قسم جون گهڻيون حديثون آهن ۽ صحيح بہ آهن، انهن ۾ ڳانڍاپو ۽ موافقت بہ سولائي سان ٿي سگهي ٿي،

البت, هر حديث جو پنهنجو موقعو محل آهي, جنهن لاءِ انصاف جي ضرورت آهي. اسان مختصر طور تي ان جو ذڪر ڪيون ٿا. وما توفيقي الا بالله.

جيڪي حديثون حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي حق ۾ بيان ڪيون ويون آهن انهن مان مراد باطني خلافت ۽ ولايت آهي, جيڪا بلافصل آهي, ۽ اهي حديثون جيڪي حضرت ابوبڪر رضہ جي باري ۾ آيون آهن انهن مان ظاهري خلافت مراد آهي جيڪا بلافصل آهي "فَلَا تَعَارَضَ" يعني ان مطابق ڪو تضاد ڪونهي. (ڏسو تذڪره مشائخ قادريہ و سادات اُچ شريف ص 70 ۽ 71).

## علامہ ابن قيم الجوزي جو موقف

علامہ ابن قيم جوزي امام مهدي عليہ السلام جو امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام جي اولاد مان هجڻ جو قائل آهي, اهو ان جي حڪمت بيان ڪندي لکي ٿو: "وَفِي كَوْنِهِ مِنْ وَلَدِ الحَسَنِ سِرٌّ لَطِيف،...... أَوْ أَعْطَا ذُرِّيَّتَهُ أَفْضَلَ مِنْهُ."

> يعني امام مهدي عليہ السلام جو امام حسن عليہ السلام جي اولاد مان هجڻ جو راز اهو آهي تہ حضرت حسن عليہ السلام الله جي خاطر خلافت کي ڇڏي ڏنو تہ الله تعاليٰ ان جي اولاد مان ان شخص کي پيدا ڪندو جيڪو اهڙي حقي خلافت تي قائم هوندو جيڪا زمين کي عدل سان پري ڇڏيندي, ۽ اهو الله تعاليٰ جو پنهنجن ٻانهن ۾ طريقو آهي تہ ڪو شخص ان جي خاطر ڪا شيءِ ڇڏي ڏيندو آهي تہ الله تعاليٰ ان کي يا ان جي ذريت (اولاد) کي ان کان افضل شي سان نوازيندو آهي. (ڏسو المنارالمنيف في الصحيح والضعيف ص 151).

حضرت امام مهدي عليہ السلام جو امام حسن عليہ السلام جي اولاد مان هجن يا امام حسين عليہ السلام جي اولاد مان هجن, بهرحال, اهي سيده فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي جگر جا ٽڪڙا ئي هوندا. علامہ ابن قيم جوزي حنبلي جي موقف مان ايترو تہ ثابت ٿي ويو تہ قيامت ويجهي اچڻ واري زماني ۾ بہ ظاهري ۽ باطني

ولايت اهلبيت حضرات عليهم السلام وٽ هوندي. ان مان ٻيون ٻه ڳالهيون به ثابت ٿين ٿيون:

1. الله تعاليٰ محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جي ذريت (اولاد) کي بغير ڪٽجڻ جي قيامت تائين ائين حفاظت سان هلائي رهيو اهي، جيئن اهو قرآن شريف کي حفاظت سان هلائي رهيو آهي.
2. ٻيو اهو ته جڏهن علامه ابن قيم جوزي جي قول مطابق آخر ۾ اهلبيت جي ئي ولايت ۽ خلافت هوندي ته اڪثر عالمن ۽ صوفين جي قول مطابق وچ واري عرصي ۾ به ان پاڪ خاندان جي باطني ولايت جو سِڪو هلي رهيو آهي.

## شاهه ولي الله جو موقف

شاهه ولي الله رحمت الله عليه لکي ٿو: "وسر حضرت امير کرم الله وجه در اولاد کرام ايشان سرايت کرد.... چنانکه کسے از اولياء امت نيست الا بخاندان حضرت مرتضيٰ مرتبط است بوجهي از وجود."

يعني حضرت امير ڪرم الله وجه جي ولايت جو راز ان جي اولاد پاڪ ۾ پيهي ويو..... تنهنڪري امت جي ولين مان ڪوبه اهڙو ڪونهي جيڪو ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام جي خاندانِ امامت سان وابسته نه هجي. (ڏسو التفهيمات الاهيه ج 1 ص 76 ۽ 77).

هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو:

"هاڻي امت ۾ جنهن کي به بارگاهه رسالت مان ولايت جو فيض حاصل ٿئي ٿو اهو يا ته علي المرتضيٰ عليه السلام جي نسبت سان هوندو آهي يا غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه کان، ان کان بغير ڪوبه شخص ولايت جي مرتبي تي فائز نٿو ٿي سگهي." (ڏسو همعات ص 62، همعة ص 11).

## مولانا رشيد احمد گنگوهي جو موقف

مولانا رشيد احمد گنگوهي "اَنَا دَارُالحِكمَةِ وَ عَلِي بَابُهَا" جي حوالي سان لکي ٿو:

”اَرَادَبِذَ الِكَ عِلمَ البَاطِنِ ، فَاِنَّ السَّلاسِلَ سَائِرَهَاوَ مُعَظَّمَهَا مُنتَهِيَةٌ اِلَيهِ“

يعني ”ان مان باطني عِلم مراد آهي، بيشڪ سڀني معتبر سلسلن جي پڄاڻي ان تي ئي ٿئي ٿي.“ (ڏسو الڪوڪب دري شرح جامع ترمذي ج 4 ص 416 ۽ 417).

هڪڙي ٻي جاءِ تي مولانا رشيد گنگوهي لکي ٿو:

”۽ اسان سڀئي اهل سنت ٻارهن امامن کي امام ۽ دين جا اڳواڻ ۽ قطب هجڻ جو عقيدو رکون ٿا، امام طاهر حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت امام حسن عليہ السلام جي ڇهن مهينن کان سواءِ ڪنهن کي ڪونہ ٿا ڄاڻون، توڙي جو انهن ۾ سڀني هم عصرن کان ظاهري امامت جي لياقت گهٽي وڌيڪ هئي.“ (ڏسو هداية الشيعہ ص 35، هاشمي پريس، هندوستان).

## حڪمت ڪسبي نہ پر وهبي ۽ عطائي هوندي آهي

سوال ٿو پيدا ٿئي تہ علامہ گنگوهي صاحب سنن ترمذي جي حديث ”اَنَا دَارُ الحِكمَةِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا“ مان باطني عِلم ڇو مراد ورتي آهي؟ ان جو سبب اهو آهي تہ حڪمت ڪسبي شيءِ ڪونهي بلڪ وهبي يعني عطائي شيءِ آهي. تنهنڪري شاهہ عبدالعزيز محدث دهلوي رحمت الله عليہ لکي ٿو:

> ”حڪمت عِلم نافع جي معنيٰ ۾ آهي، اهو جيڪڏهن عِلم ڪسبي هجي تہ صوفين جي اصطلاح ۾ ان کي حڪمت نہ چوندا آهن بلڪ جيڪڏهن اهو عِلم وهبي آهي تہ ان کي حڪمت چوندا آهن.“
>
> شاهہ صاحب اڳتي هلي لکي ٿو:
>
> ”حديث شريف ۾ اچي ٿو ”اَنَا دَارُ الحِكمَةِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا“ ۽ هي روايت بہ مشهور آهي تہ ”اَنَامَدِينَةُ العِلمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا“ تہ عِلم مان مراد اهوئي وهبي عِلم آهي.“ (ڏسو فتاويٰ عزيزي ترجمو ص 393).

جڏهن اها ڳالهہ معلوم ٿي وئي تہ حڪمت هڪڙي وهبي ۽ عطائي نعمت آهي تہ پوءِ اها ڳالهہ وضاحت جي محتاج ڪونهي تہ حڪمت جي لحاظ کان حضرت علي عليہ السلام ٻين کان ڪيترو ممتاز، برتر ۽

فوقيت وارا آهن. ڇوته جڏهن اهي آهن ئي حڪمت جو دروازو ته ڪنهن ڪي انهن سان مقابلو ۾ پيش ڪهڙي؟ تڏهن به ڪجهه حديثن ۾ انهن جي برتريءَ کي هيئن سمجهيو ويو آهي:

"عَن عَبدِ اللهِ، قَالَ: كُنتُ عِندَ النَبِيِّ ﷺ فَسئِلَ عَن عَلِيٍّ عليه السلام فَقَالَ: قُسِّمَتِ الحِكمَةُ عَشَرَةَ اَجزَاءً فَأُعطِيَ عَلِيٌّ تِسعَةَ اَجزَاءٍ وَالنَّاسُ جُزءً وَاحِدًا."

يعني حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه بيان ڪيو آهي ته مان نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي بارگاهه ۾ حاضر هيس ته حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام جي باري ۾ پڇا ڪئي وئي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: حڪمت ڏهن حصن ۾ ورهائي وئي، پوءِ نَوَ حصا علي (عليه السلام) کي ڏنا ويا ۽ هڪڙو حصو باقي ماڻهن کي ڏنو ويو.

(ڏسو حلية الاولياء ج 1 ص 104 حديث 198 وط: ج 1 ص 65؛ سنن الاصفهاني ج 2 ص 560 حديث 3469؛ المناقب المغازلي ص 286 حديث 328؛ وغيره وغيره).

پڙهيل لکيل ۽ حساب ڪتاب کي ڄاڻڻ وارا ماڻهو پاڻ اندازو لڳائين ته حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام کي ٻين ماڻهن جي مقابلي ۾ ڪيتري وڏيڪ حڪمت عطا ڪئي وئي.

## "قُسِّمَتِ الحِكمَةُ عَشَرَةَ اَجزَاءً" تي اعتراض جو جواب

هن حديث جي سَنَد تي ڪجهه محدثن بحث ڪيو آهي. اسان انهن جي اعتراض جو دليلن سان جواب پنهنجي ڪتاب "شرح اسني المطالب في مناقب علي بن ابي طالب عليه السلام" ۾ حديث نمبر 34 جي بحث ۾ ڏنو آهي. عالم سڳورا ان کي پڙهي غور ڪن.

## شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي جو موقف

شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي رحمت الله عليه امامت جا قسم بيان ڪيا آهن ۽ اهلبيت جي امامن سڳورن کي هر شعبي ۾ عام

طور تي ۽ باطني هدايت ۾ خاص طور تي مطلق امام چيو آهي، تنهنڪري اهو لکي ٿو:

"عزيز بايد دانست که امامت نزد اهل سنت بمعني پيشوائے در دين نيز اطلاق کنند..... وائمه اطهار در جميع فنون پيشوا بوده اند، خصوصاً در هدايت باطن وارشاد طريقت که مخصوص بايشان بود بدين جهت ايشان نزد اهل سنت علي الاطلاق ائمه دانند."

يعني "ڄاڻڻ گهرجي ته اهل سنت وارا امامت کي دين جي اڳواڻ جي معنيٰ ۾ به وٺن ٿا، انهيءَ سبب امام اعظم ابوحنيفه ۽ امام شافعي کي فقهه ۾ ۽ امام غزالي ۽ امام رازي کي عقيدن ۽ ڪلام ۾، نافع ۽ عاصم کي قرات ۾ امام سڏيندا آهن ۽ اهلبيت مان پاڪ امام سڀورا انهن سيني فنن ۾ اڳواڻ ٿيا، خاص ڪري باطني هدايت ۽ ارشادِ طريقت جيڪي انهن سان مخصوص هيا، انهيءَ سبب ڪري اهل سنت انهن کي بنا حدبندي يا قيد جي امام سمجهن ٿا." (ڏسو تحفته اثنا عشري فارسي ص 180 ۽ اردو ترجمو ص 360).

شاهه صاحب رحمت الله عليه ان کان وڌيڪ پڌري ۽ دلچسپ گفتگو سورت الحاقة جي آيت "وَتَعِيَهَآ اُذُنٌ وَّاعِيَةٌ ﴿١٢﴾" ۽ سورت شمس جي آيت "اِذِ انْبَعَثَ اَشْقٰـىهَا﴿١٢﴾" جي بحث ۾ ڪئي آهي، جنهن کي اسان ڊيگهه جي انديشي کان نقل ڪونه ڪيو آهي. اهل محبت وارن جي لاءِ اهي ٻئي ڳالهيون مطالعي جي لائق آهن.

## اهلبيت جي بجاءِ حنفي يا شافعي نسبت ڪهڙي؟

شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي جيڪو لکيو آهي ان ئي مفهوم کي پنهنجي لفظن ۾ مولانا اشرف علي ٿانوي به ادا ڪيو آهي. ان وٽ هڪڙو سوال آيو جنهن جو مفهوم اهو هو ته فقهه جي چئني امامن جي زمانن ۾ اهلبيت عليهم السلام مان به ڪو نه ڪو امام موجود هو. پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو ماڻهن حنفي، مالڪي، شافعي ۽ حنبلي ته سڏرايو مگر انهن جي نسبت اهلبيت عليهم السلام جي امامن سڳورن مان ڪنهن ڏانهن به نه ٿي؟ ان جي جواب ۾ ٿانوي صاحب لکي ٿو:

”اهو اعتراض ان وقت صحيح ٿئي ها جڏهن چئن فقهي امامن جا پوئلڳ (مقلد) اهلبيت جي مخالفت ڪري انهن مجتهدن جي پوئلڳي (تقليد) ڪن ها, جڏهن تہ ائين ڪونهي. بلڪ, مجتهدن جي تقليد مڪمل طور تي اصل ۾ اهلبيت جي امامن سڳورن جي پيروي آهي. ڇوتہ مجتهدن اصول ۽ قاعدن جي تعليم اڪثر انهن امامن کان حاصل ڪئي آهي. جنهن موجب امام اعظم ابوحنيفہ رحمت الله عليہ جو امام صادق عليہ السلام جي خدمت ۾ اچي فيض حاصل ڪرڻ ۽ امامن سڳورن طرفان ابوحنيفہ رحمت الله عليہ کي شاباس ڏيڻ ۽ تعريف ڪرڻ مشهور آهي. البت, اهلبيت جي امامن سڳورن جو اڪثر اهتمام باطني فائدن ۾ گهڻو رهيو ”وَهُوَ مَفهُوم مِن حَدِيث: اِنِي تَارِكُ فِيكُم ثَقلَين: كِتَابُ اللهِ وَ عِترَتِي، فَالاَوَل مَاخُذ عِلم الشَرِيعَة، والثَانِي مَاخُذ عِلم الطَرِيقَة“ يعني ۽ اهوئي حديث ”مان توهان ۾ بہ عظيم الشان شيون ڇڏي وڃي رهيو آهيان: الله جو ڪتاب ۽ پنهنجي اولاد“ جو مفهوم آهي, مطلب پهريون يعني قرآن شريف شرعي عِلم جو ماخذ آهي ۽ ٻيو يعني الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اولاد طريقت جي عِلم جو ماخذ آهن.“ (ڏسو امداد الفتاويٰ ج 6 ص 138).

## اهلبيت جي نسبت جي بجاءِ قادري يا چشتي وغيره ڇو؟

اهڙيءَ طرح ٿانوي صاحب وٽ هڪڙو سوال هي بہ آيو تہ ماڻهو چشتي, قادري, نقشبندي ۽ سهروردي جي نسبت تہ ڪن ٿا مگر اهلبيت ڏانهن نسبت نٿا ڪن, ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ ان سوال جو ٿانوي صاحب تفصيل سان جواب ڏنو آهي, جنهن جو ڪجهہ حصو هي آهي:

”ولايت جا جيترا بہ سلسلا آهن سڀ اهلبيت جي واسطي سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تائين پهچن ٿا. جنهن موجب نقشبندي جي هڪڙي سلسلي ۾ حضرت امام جعفرصادق عليہ السلام ۽ ٻئي ۾ حضرت علي عليہ السلام, امام حسين عليہ السلام, امام زين العابدين عليہ السلام, امام محمدباقر عليہ السلام ۽ امام جعفرصادق عليہ السلام, امام موسيٰ ڪاظم عليہ

السلام ۽ امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام اچن ٿا. جڏهن تہ قادري سلسلي ۾ حضرت امام حسن مجتبيٰ عليہ السلام، حضرت حسن مثنيٰ عليہ السلام، حضرت سيد عبدالله محض رضي الله عنہ ۽ چشتي سلسلي ۾ حضرت علي عليہ السلام ۽ سهروردي سلسلي ۾ حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام اچن ٿا. تنهنڪري اهي سڀ سلسلا اهلبيت جا آهن.“ (ڏسو امداد الفتاويٰ ج 6 ص 139 ۽ 140).

## شيخ احمد سرهندي جو موقف

نقشبندي سلسلي جي اڪابرن مان هڪڙو شيخ احمد سرهندي المعروف مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ قطبيت ۾ موليٰ علي عليہ السلام جي امامت تي ڳالهائيندي لکي ٿو:

”هڪڙي واٽ اها آهي جيڪا قربِ ولايت سان تعلق رکي ٿي، قطب، اوتاد، ابدال، نجباء ۽ عام اولياء الله ان واٽ سان وابستہ آهن ۽ سلوڪ ان واٽ جي مطلب ۾ آهي. بلڪ، متعارف جذبو بہ ان ۾ داخل آهي، ۽ ان واٽ ۾ تَوَسط ثابت آهي ۽ ان واٽ تي هلندڙن جو اڳواڻ، انهن جو سردار ۽ فيض جو چشمو حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام آهن. چوتہ اهو عظيم الشان منصب ان سان تعلق رکي ٿو. ان واٽ ۾ ڄڻ تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا ٻئي قدم مبارڪ حضرت علي عليہ السلام جي مٿي تي آهن ۽ حضرت فاطمہ سلام الله عليها ۽ حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام ان درجي ۾ ان سان گڏ شريڪ آهن. مان اهو ٿو سمجهان تہ حضرت اميرالمومنين علي عليہ السلام پنهنجي جسماني پيدائش کان پهريان بہ ان درجي جا ملجاويٰ ۽ ماويٰ هيا، جيئن اهي جسماني پيدائش کان پوءِ آهن. جنهن کي بہ ان واٽ تان فيض ۽ هدايت مليا ان جي ئي ذريعي مليا. چوتہ اهي ان واٽ جي آخري منزل جي ويجهو آهن ۽ ان درجي جو مرڪز انهن سان تعلق رکي ٿو. جڏهن حضرت اميرالمومنين علي عليہ السلام جو دور ختم ٿيو تہ اهو عظيم مرتبي وارو منصب ترتيب سان حضرات حسنين ڪريمين

عليهم السلام کي مليو ۽ ان کان پوءِ اهو منصب ٻارهن امامن مان هر هڪ کي ترتيب سان ۽ تفصيل سان مليو. انهن بزرگن جي زماني ۾ ۽ اهڙيءَ طرح انهن جي وفات کان پوءِ جنهن کي بہ فيض ۽ هدايت مليا، توڙي جو اهي وقت جا قطب ۽ ابدال ڇو نہ هجن، سڀني جا ملجاوي ۽ ماوي اهي ئي بزرگ آهن، ڇوتہ طرفن کي پنهنجي مرڪز سان جڙيو رهڻ کان سواءِ ڪوئي چارو ڪونهي. (ڏسو مڪتوبات امام رباني ج 3 ص 247، ڇاپو منشي نولڪشور، مهر منير ص 21).

## شيخ عبدالحي ڪتاني جو موقف

علامہ محمد عبدالحي ڪتاني رحمت الله عليہ "اَنَا مَدِينَةُ العِلم" جي بحث ۾ مرتضوي ظاهري عِلم کان پوءِ باطني عِلم ۽ ولايت ڏانهن ڌيان ڪيو تہ خوب لکيو. اسان ان بحث جو ترجمو پيش ڪيون ٿا، اهو لکي ٿو:

"۽ توهان کي ايترو دليل ڪافي آهي تہ ماڻهن جي سڀني علمن جا طريقا ۽ انهن جا سلسلا ان (علي عليہ السلام) تائين ئي پهچن ٿا. اسلام ۾ توهان کي اهڙو ڪوئي طريقو ڪونہ ملندو جنهن جي پڇاڙي ان تائين نہ ٿيندي هجي، جنهن جي آخري ڪڙي ان سان نہ ملندي هجي. اهو انهيءَ ڪري جو اهي ئي عِلم جي شهر جا دروازا آهن. شيخ مصطفيٰ البڪري پنهنجي ڪتاب "تشييدالمکانة لمن حفظ الامانة" ۾ لکي ٿو: جڏهن حضرت علي عليہ السلام جو معاملو پڪو ٿيو تہ انهن پنهنجون علمي حقيقتون پکيڙيون ۽ اسرار جا ڳجهہ کوليا، ۽ انهن کان سندن فرزندن امام حسن عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام، ۽ ڪميل بن زياد رضي الله عنہ ۽ امام حسن بصري رحمت الله عليہ ذڪر جو طريقو ۽ تلقين جو طريقو ڪڍيو ۽ انهن کان ئي سڀني سلسلن جون شاخون پکڙيون. ايستائين جو نقشبندي سلسلي جي شاخ بہ. نقشبندي سلسلا ٻہ آهن: هڪڙو حضرت سلمان رضي الله عنہ کان آهي ۽ ٻيو حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان. حضرت علي عليہ السلام تقدير جي اسرار ۾

علم جفر تي بہ بحث ڪيو آهي، پر انتهائي اصلاحي رمزن سان، بس عارفن جي دلين جي لاءِ ان علم جو دروازو بہ اهي ئي آهن. ايتري تائين جو صوفي بہ ان ميدان ۾ ان ئي دروازي مان داخل ٿيا ۽ انهن تي اهي اسرار ظاهر ٿيا جيڪي ظاهر ٿيڻا هيا. حضرت علي عليہ السلام عالمن تي ڪشف جي پوري راز کي پڌرو ڪيو پر انهن پنهنجي اولاد کي انهن اسرارن کي لڪائڻ جي تلقين ڪئي تہ جيئن منڪرن کان اسرار محفوظ رهن. ڪميل بن زياد رضي الله عنہ جڏهن انهن کان حقيقت جي متعلق سوال ڪيو تہ انهن جواب ڏنو ان تي ڪميل رضہ عرض ڪيو: مان ان کان وڌيڪ وضاحت گهران ٿو تہ پوءِ ٻڌايائون، ان وڌيڪ طلب ڪئي تہ وڌيڪ ٻڌايائون، پوءِ فرمايائون: صبح ٿي وئي تنهنڪري ڏيئو وسائي ڇڏ يعني تو جيڪو پڇيو اهو صبح وانگر روشن ٿي ويو، تنهنڪري سوال پڇڻ بند ڪر، توتي معاملو پڌرو ٿي ويو ۽ حقيقت کلي وئي."

"الدرالثمين" ڪتاب تي قاضي بن الحاج جي حاشيي ۾ گذريل بحث کان پوءِ لکيل آهي: عِلم تَصَوف کي متعارف ڪرائڻ وارا حضرت علي ڪرم الله وجہ آهن، ۽ ڪجهہ مشائخن چيو آهي: انهن کي علم لدني عطا ٿيل هو ۽ ولايت ۽ معرفتِ الاهي ڏانهن ڪابہ نسبت انهن جي لاڳاپي ۽ حقيقت کان بغير درست ڪونهي. تنهنڪري اهي ئي سڀني محمدي اوليائن جا امام آهن، ۽ انهن سڀني ولين جو بنياد ۽ نسبت جو سبب بارگاهہ محمديہ ۽ مظهرِ ولايت احمديہ آهي. حضرت علي عليہ السلام دنيا ۾ سڀني عارفن کان گهڻو مٿانهان آهن ڇوتہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي پنهنجي ارشاد سان خاص ڪري ڇڏيو آهي. "اَنَا دَارُ الحِكمَتِ وَ عَلِى بَابُهَا" يعني مان حڪمت جو گهر آهيان ۽ علي (عليہ السلام) ان جو دروازو آهي. اهڙيءَ طرح ان پنهنجي ڪتاب "الاظهارالطيبة النشر" ۾ بحث ڪيو آهي ۽ ان ۾ اهو اضافو ڪيو آهي تہ انهن کان حضرت حسن بصري رحمت الله عليہ فيض حاصل ڪيو.

قاضي ابن الحاج چيو:

”جيڪڏهن توهان چئو تہ هن وقت صوفين جي چاليهن سلسلن جو مرڪز حضرت حسن بصري رحمت الله عليہ آهي جيئن شيخ حسن عجمي جي ”الرحلة العياشة“ ۾ ذڪر ٿيل آهي، ۽ انهن سڀني جي پڄاڻي تہ حضرت حسن بصري تي ٿئي ٿي؟ تہ مان ان جي جواب ۾ چوندس تہ حضرت حسن بصري رحمت الله عليہ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جو ديدار ڪيو آهي جيئن امام سيوطي ۽ ٻين عالمن سڀني ان کي صحيح قرار ڏنو آهي، تنهنڪري اهڙي صورت ۾ان کي صوفين جي طرز تي ان کان فيض حاصل ڪرڻ ۾ ڪا ڳالهہ رڪاوٽ ڪونهي. ڇوتہ شيخ کان عِلم ۽ تلقين جي حاصلات ۾ صوفين جي طريقي ۾ زبان شرط ڪونهي بلڪ اهو فيض قلبي ڏيان ۽ ڪيفيت سان بہ مريد جي هدايت جو سبب ٿي ويندو آهي ۽ ان جي دل ۾ نور جو سج روشن ٿي ويندو آهي...... (آخر تائين)

## ابن خلدون جو اعتراض ۽ ان جو جواب

(علامہ ڪتاني جي ڳالهہ جاري آهي. فيضي)

هن سلسلي ۾ ”جامع ترمذي“ تي اسان جو حاشيو بہ غور سان ڏسو. هڪڙي ولي جي ترديد ۾ ابن خلدون هن مسئلي تي قلم کنيو آهي ۽ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام ڏانهن جيڪا خرقي جي مشهور سَنَد بيان ڪئي ويندي آهي ان تي اعتراض ڪيو ۽ چيو آهي تہ اهو ان معنيٰ کان بيزار آهي، ڇوتہ اصحابن سڀني مان حضرت علي عليہ السلام حُليي، لباس جي طريقي ۽ ڪنهن حال ۾ مخصوص ڪونهي، بلڪ، حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان بعد سڀني ماڻهن کان وڌيڪ زاهد ۽ عبادت گذار هيا. ۽ انهن مان ڪوبہ هڪ ڪنهن اهڙي شي سان مخصوص ڪونهي جيڪا ٻين تي ان جي ترجيح جو سبب ٿئي، بلڪ، سيئي اصحابي سڀورا دين، زهد ۽ مجاهدي ۾ نمونو هيا ...( آخر تائين پڙهو).

شيخ عبدالهادي الباري رحمت الله عليہ جي نيڪي الله جي لاءِ آهي جو ان انهي ڳالھہ جي ترديد ۾ "سعودالمطالع" ۾ لکيو آهي: اسان جي دل ۾ ابن خلدون جي ان اعتراض جي متعلق ڏک آهي، ڇوتہ ان ۾ اڪابر مشائخ تي زيادتي آهي ۽ انهن طرفان سڀني سلسلن ۾ امام علي عليہ السلام تائين پهچڻ جي جيڪا گڏيل راءِ آهي، ان جي خلاف ورزي آهي. جنهن شخص کي صوفين جي حال جي خبر آهي ۽ انهن جي سلسلن جي ڪتابن کي پڙهندڙ آهي اهو هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهي، ۽ بيشڪ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جنهن شخص کي گهريو ان کي عِلمن ۽ طرق مان ڪنهن خاص عِلم ۽ طريقي سان مخصوص ڪري ڇڏيو. ان جي تائيد حضرت حذيفہ رضي الله عنہ جي بيان ڪيل حديث مان ٿئي ٿي تہ ان (حضرت علي عليہ السلام) کي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم قيامت تائين "ما ڪان ومايڪون" يعني جيڪي ٿي گذريو ۽ جيڪو ٿيڻ وارو آهي، جي ڳالهين کان آگاھہ ڪري ڇڏيو ۽ ابوهريره رضي الله عنہ جي بيان ڪيل حديث مان بہ تائيد ٿئي ٿي تہ ان رسول الله صلي الله علي وآلہ وسلم جي عِلم جا بہ ٿانو حاصل ڪيا....

حضرت علي عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان جيڪو بہ حاصل ڪيو آهي ان تي هڪڙي جماعت مستقل ڪتاب لکيا آهن، جنهن موجب ابن سليمان الرداني پنهنجي ڪتاب "الصلة" ۾ انهن ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي جن حضرت علي عليہ السلام جي مستقل "مسند" گڏ ڪئي آهي. انهن مان هڪڙو ابوجعفرمحمد بن عبدالله حضرمي المعروف مطين، ٻيو ابواسحاق اسماعيل بن اسحاق قاضي، ٽيون ابومحمدعبدالرحمان بن عثمان بن ابونصر وغيره آهن. خادمي جي "شرح الطريقة المحمديہ" ۾ آهي تہ اصول ۽ فروع ۾ سڀ جماعتون حضرت علي عليہ السلام سان نسبت رکن ٿيون، ۽ اهڙيءَ طرح صوفي حضرات باطني نسبت ۾ ۽ رئيس المفسرين

**عبدالله بن عباس رضي الله عنهما تفسير ۾ ان (علي عليہ السلام) جا شاگرد آهن.** (ڏسو نظام الحڪمت النبويہ: ڪتاني ج 2 ص 247 ۽ 248).

## ٻين نقشبندي ولين جو موقف

**هن معاملي ۾ وضاحت ٿيل آهي تہ سڀني محمدي اوليائن جا امام حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام آهن ۽ مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ هن سلسلي ۾ ٻارهن امامن جو ذڪر بہ ڪيو آهي، پر اندر جي اونڌن ماڻهن پٽ اها يهوديت ۽ رافضيت آهي. ڪير مڃي يا نہ مڃي پر اسان نقشبندي سلسلي جي ٻين مشائخن جي حوالي سان بہ ان حقيقت کي ثابت ڪيون ٿا. هتي اها ڳالهہ بہ ڏيان ۾ رهي تہ هي فقير (ظهوراحمد فيضي) چشتي سان گڏ قادري ۽ نقشبندي بہ آهي ۽ سڀني ولين سڳورن کي متحد ۽ متفق طور مڃي ٿو جيئن چيو ويو آهي "متحد جان اند شيرانِ خدا".**

## پوري امت تي مرتضوي قطبيت

**جڏهن مجدد الف ثاني جي قول مطابق حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام پنهنجي جسماني پيدائش کان اڳ بہ ولايت جو مرڪز هيا تہ بنا ڪنهن اعتراض جي اهي امتِ مسلمہ جي سڀني ماڻهن جي لاءِ ولايت جو مرڪز ۽ قطبِ اعظم هوندا. آخر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هروڀرو تہ ائين ڪونہ فرمايو هو تہ "هُوَ وَلِيكُم مِن بَعدِي، هُوَ وَلِي كُل مُؤمِن مِن بَعدِي، مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِي مَولاهُ" يعني اهو مون کان پوءِ توهان جو ولي آهي، اهو مون کان پوءِ سڀني مومنن جو ولي آهي، جنهن جو مان مولا آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو مولا آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي مجدد الف ثاني جي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي هجي تہ اسان ان جي خدمت ۾ وڌيڪ دليل واريون عبارتون پيش ڪريون ٿا. حضرت قاضي ثناء الله پاني پتي نقشبندي رحمت الله عليہ سورت آل عمران جي 101 آيت هيٺ لکي ٿو:**

"وَكَيْفَ تَكْفُرُوْنَ وَاَنْتُمْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ اٰيٰتُ اللّٰهِ وَفِيْكُمْ رَسُوْلُهٗ" **معنيٰ: ۽ اوهان ڪفر ڪيئن ڪندو جڏهن تہ اوهان کي الله جون آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن**

ٽيون ۽ اوهان ۾ ان جو رسول موجود آهي، جي بحث ۾ اهو پهريان قتاده رضي الله عنه جو هي قول لکي ٿو:

هن آيت ۾ ٻه پڌرا عِلم موجود آهن (1) الله جو ڪتاب (29 الله جو نبي. پوءِ الله جو نبي ته وفات ڪري ويو پر الله جو ڪتاب خود الله جي پنهنجي رحمت ۽ ڪرم سان باقي آهي.

پوءِ لکيو آهي:

"قُلتُ : وَلاکِن نَبِیُ الله ﷺ اَرشَدَ نَا اِلیٰ مَن یَّتُوبُہُ بَعدَہٗ مِن خُلفَائِہِ اِلیٰ یَومِ القِیَامۃِ" يعني مان چوان ٿو: پر الله تعاليٰ جي نبي ﷺ اسان کي پاڻ کان پوءِ انهن خليفن کان آگاهه ڪيو آهي جيڪي قيامت تائين سندن نائب هوندا. (ڏسو تفسير مظهري ج 2ص 105).

هتي خليفي مان مراد باطني ولايت جا خليفا آهن، ڇوته اصحابيت قيامت تائين جاري ڪونهي. انهيءَ ڪري ان کان پوءِ قاضي ثناء الله رحمت الله عليه صحيح مسلم ۽ جامع ترمذي مان حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه ۽ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه کان مختلف لفظن ۾ حديث ثقلين نقل ڪئي آهي، جنهن ۾ آهي ته مان توهان ۾ الله جو ڪتاب ۽ پنهنجا اهلبيت ڇڏي وڃان ٿو اهي ٻئي قيامت تائين هڪٻئي کان جدا نه ٿيندا. پوءِ لکيو آهي:

"قُلتُ : اَشَارَ النَبِیُّ ﷺ اِلیٰ اَھلِ البَیتِ لِاَنَّھُم اَقطَابُ الاِرشَادِ فِی الوِلایَتِ ،.......لاَ یَصِلُ اَحَدُ مِنَ الاَوَلِینَ وَالآخِرِینَ اِلیٰ دَرَجَۃِ الوِلایَۃِ اِلا بِتَوَسُّطِھِم،کَذَا قالَ المُجَدِّدَ."

يعني "مان چوان ٿو: نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم اهلبيت ڏانهن اشارو ڪيو آهي، انهيءَ ڪري جو ولايت ۾ اهي ئي هدايت جا قطب آهن. انهن ۾ پهريون حضرت علي عليه السلام، پوءِ حضرت حَسن عسڪري عليه السلام تائين ان جي اولاد آهي ۽ انهن جي آخر ۾ غوث الثقلين محي الدين عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه آهي. پهرين کان آخر تائين ماڻهن مان ڪوبه شخص انهن بزرگن جي وسيلي کان سواءِ ولايت جي درجي تائين نٿو پهچي سگهي، جيئن مجدد الف ثاني

رحمت الله عليہ فرمايو آهي.“ (ڏسو تفسير مظهري ج 2 ص 105 ۽ 106).

قاضي ثناء الله پاني پتي نقشبندي رحمت الله عليہ ”كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَاسِ“ جي بحث ۾ لکي ٿو:

”رِجَالُ هٰذِهِ الاُمَّةِ اَكْثَرُ اِرْشَادًا وَاَقْوىٰ تَاثِيرًا فِي النَّاسِ بِالجَذْبِ اِلى اللهِ تَعَالىٰ مِن رِجَالِ الاُمَمِ السَّابِقَةِ........وَهُوَعَلىٰ ذَالِكَ المَنْصَبِ اِلىٰ يَومِ القيامة،وَمِن ثُمَّ قَالَ:

اَفَلَتْ شُمُوسُ الاَوَّلِينَ وَشَمْسُنَا

اَبَدًا عَلىٰ اُفُقِ العُلىٰ لا تَغْرُبُ“

يعني ”هن امت جا ماڻهو رشد ۽ هدايت ۾ گهڻا آهن ۽ ماڻهن کي الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ آڻڻ لاءِ گذريل امتن جي مقابلي ۾ مضبوط اثر وارا آهن. ۽ ولايت جي ڪمالات جا قطب ارشاد حضرت علي عليہ السلام آهن. گذريل امتن ۾ ڪوبہ شخص ولي جي مرتبي تي ان جي مقدس روح جي وسيلي کان سواءِ ڪونهي پهتو. پوءِ اهو منصب امام حسن عسڪري عليہ السلام ۽ حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ تائين ان جي اولاد ۾ امامن سڳورن کي مليو. انهيءَ ڪري انهن فرمايو: منهنجو حال هن کان اڳ مصطفيٰ هو ۽ اهي قيامت تائين ان منصب تي فائز رهندا. جيئن انهن فرمايو:

پهرين جا سج لهي ويا ۽ اسان جو سج هميشه چمڪندو رهندو ڪڏهن بہ ڪونہ لهندو.“

قاضي صاحب رحمت الله عليہ پنهنجي هڪڙي ٻئي ڪتاب ۾ لکي ٿو:

”صاحب اين منصب عالي را امام وقطب ارشاد بالاصالة خوانند“

يعني ”هن بلند منصب واري هستي کي امام ۽ قطب ارشاد بالا صالہ بہ چوندا آهن.“

پوءِ لکي ٿو: ان هڪڙي هستي مان مراد حضرت علي عليہ السلام جي ذات بابرڪات آهي. پوءِ لکي ٿو:

حضرت علي عليہ السلام کان پوءِ باقي يارنهن امام سڳورن ڏانهن فيض پهچي ٿوءِ ترتيب وار انهن جا نالا هي آهن:

2. حضرت امام حسن علي السلام
3. حضرت امام حسين عليہ السلام
4. حضرت امام علي (زين العابدين) عليہ السلام
5. حضرت امام محمد باقر عليہ السلام
6. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام
7. حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام
8. حضرت امام علي رضا عليہ السلام
9. حضرت امام محمد تقي عليہ السلام
10. حضرت امام علي نقي عليہ السلام
11. حضرت امام حسن عسڪري عليہ السلام
12. امام المنتظر حضرت امام محمد مهدي عليہ السلام.

ان کان پوءِ قاضي صاحب لکيو آهي:

”بعد وفات عسکري عليہ السلام تا وقت ظهور سيد الشرفا غوث الثقلين محي الدين عبدالقادر الجيلاني اين منصب بروح حسن عسکري عليہ السلام متعلق بود.“

يعني ”امام حسن عسڪري عليہ السلام جي وفات کان پوءِ سيدالشرفا غوث الثقلين محي الدين عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ جي ظهور تائين اهو منصب امام حسن عسڪري عليہ السلام جي روح سان متعلق رهيو.“ (ڏسو السيف المسلول فارسي ص 230، احمدي پريس دهلي).

## سيني اصحابن سڳورن جا قطبِ ولايت

جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي قيامت تائين سيني ولين جي روحن کي ولايت جو فيض مرتضوي روح کان ملي ٿو تہ پوءِ ڇا اصحابن سڳورن کي بہ ان کان ئي فيض مليو؟ ان جي وضاحت قاضي ثناء الله پاني پتي نقشبندي رحمت الله عليہ اڳ ۾ ذڪر ڪيل ڳالهين کان بہ وڌيڪ چٽن لفظن ۾ ڪئي آهي. جنهن موجب پهريائين ان سورت هود جي آيت 17 جي لفظن ”شَاهِدٌ مِّنْهُ“ مان حضرت علي عليہ

السلام جي ذات مبارڪ مراد ورتي آهي. پوءِ ان تي سوال اٿاريندي لکيو آهي:

”فَاِن قِيلَ: فَمَاوَجهُ تَسمِيَةُ عَلِيّ بِالشَّاهِدِ؟ ........كَذَ احَقَّقَ المُجَدِد.“

يعني ”جيڪڏهن چيو وڃي ته حضرت علي عليه السلام کي شاهد چوڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ ته مان چوان ٿو: شايد اهو سبب آهي ته انهن سڀني ماڻهن کان اڳ ۾ اسلام جو اظهار فرمايو ته اهي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي تصديق ڪرڻ وارن ۾ پهريان شاهد آهن ۽ منهنجي نظر ۾ وڏو سبب اهو آهي ته حضرت علي عليه السلام ولايت جي ڪمالات جا قطب آهن ۽ سڀني ولين، ايستائين جو اصحابي سڳورا به ولايت جي مقام ۾ ان جي تابع آهن. ۽ ٽن خليفن جي افضليت ڪنهن ٻئي حوالي سان آهي، جيئن مجدد الف ثاني رحمت الله عليه تحقيق ڪئي آهي.“ (ڏسو تفسير مظهري ج 4 ص 383).

هي ٻانهو (ظهوراحمد فيضي) عرض ڪري ٿو ته هتي جيڪڏهن حضرت عمر رضي الله عنه جو قول نظر ۾ رکيو وڃي ته ڳالهه وڌيڪ پڌري ٿي ويندي، انهن چيو:

”وَاعلَمُوا اَنَّهُ لايَتِمُّ شَرَفَ اِلا بِوِلايَةِ عَلِى عليه السلام.“

يعني ”سمجهي ڇڏيو ته ولايت جو ڪوبه مرتبو علي عليه السلام کان سواءِ پورو نٿو ٿئي.“ (ڏسو صواعق المحرقه ص 187؛ جواهرالعقدين السمهودي ص 381؛ رشفة الصادي: ابوبڪر حضرمي ص 152).

باقي رهيا قاضي ثناء الله جا هي لفظ ”وَاَفضَلِيَّةُ الخُلفَاءِ الثَّلاثَةِ بِوَجهِ آخِرِ، كَذَ احَقَّقَ المُجَدِّد“ ته اهڙا لفظ ڪنهن ضرورت جي ڪري لکيا ويندا آهن، ورنه سڀني وڏي نظر وارن اهل علم تي پڌرو آهي ته علي عليه السلام باطن جا به سلطان هيا ۽ ظاهر جا به بادشاهه هيا، ۽ ان حقيقت کان به علم وارا بي خبر ڪونهن ته اهلبيت حضرات عليهم السلام تي ڪنهن کي قياس نٿو ڪري سگهجي، چاهي ڪير زبان ۽ قلم سان اعتراف ڪري سگهي يا نه ڪري سگهي.

## فقيه ابوالخير ۽ ان جي پُٽ جو موقف

فقيه اعظم ابوالخير محمد نورالله بصيرپوري رحمت الله عليہ ۽ ان جي پُٽ علامہ محمد محب الله نوري حفظ الله تعاليٰ بہ ائين لکيو آهي.
(ڏسو فتاويٰ نوريہ ج 5 ص 177 ۽ ق 78; مرتضيٰ مشڪل ڪشا موليٰ علي: محب الله نوري ص 188).

## فقيه اعظم ابوالخير جي علمي تحقيق

قاضي ثناء الله پاني پتي رحمت الله عليہ جي انهن ٻنهي عبارتن ۾ ولايت جو پهريون قطب ارشاد حضرت علي عليہ السلام کي سڏيو ويو پوءِ حديث جي روشني ۾ ٻڌايو ويو تہ قيامت تائين اهو سلسلو ان جي اولاد ۾ هلندو رهندو ۽ جيئن تہ اهلبيت عليهم السلام ۽ قرآن شريف قيامت تائين گڏ رهندا, تنهنڪري جيئن قرآن شريف اصحابن سڳورن ۽ پوءِ وارن سڀني ماڻهن جي لاءِ هدايت جو وسيلو آهي اهڙيءَ طرح اهلبيت عليهم السلام اصحابن سڳورن ۽ پوءِ وارن سڀني ماڻهن جي لاءِ قطب ارشاد آهن ۽ پهريون قطب حضرت علي عليہ السلام آهي. حديث "مَن كُنتُ مَولاهُ فَعَلِيُ مَولاهُ" ۽ قاضي ثناء الله پاني پتي رحمت الله عليہ طرفان نقل ڪيل حديث جو اهوئي مطلب آهي.

انهي حقيقت کي علمي انداز ۾ حضرت فقيه اعظم ابوالخيرمحمد نورالله بصيرپوري رحمت الله عليہ مٿي ڄاڻايل ٻنهي عبارتن کان پوءِ هيئن لکيو آهي:

> "انهن عبارتن مان ڏينهن ۾ سج وانگر پڌرو ۽ ظاهر ٿي رهيو آهي تہ قطبيت ڪبريٰ ۽ مرڪزيت حضرات اهلبيت عليهم السلام جي لاءِ ئي مخصوص آهي ۽ انهن جي فيض, برڪت ۽ وسيلي سان ٻيا بہ قطب ۽ ولي آهن, ۽ جيئن تہ قاضي ثناء الله مرحوم جي بيان جو بنياد ۽ اصل بہ اهو آهي تہ بغير ڪنهن اعتراض جي ان جي مراد بہ اها ئي آهي جنهن ڏانهن ان بيان ۾ ڪليل اشارا بلڪ پڌرايون ٿيل آهن, جو اهو لکي ٿو: "قطب الاقطاب الارشاد في الولايات". "الولايات. جمع مونث سالم معرف با لام آهي جيڪو مفيد استغراق آهي تہ معنيٰ اها ٿي تہ

اهي سيني ولايتن ۾ قطب ارشاد آهن ۽ اهڙيءَ طرح ہي عبارت ۾ "قطب ارشاد ڪمالات الولايت" ۾ بہ "الولايت" جو الف لام استغراقي آهن ۽ "ڪمالات" جمع مضاف بہ مفيدِ استغراق آهي تہ معنيٰ اها ٿي تہ هر قسم جي ولايت جي هڪڙي هڪڙي ڪمال جي لاءِ قطب ارشاد آهن.

پوءِ ان ئي معنيٰ جي وضاحت لاءِ فرمايو: "لا يَصِلُ اَحَدٌ مِنَ الاَوَّلِيِنَ وَالآخِرِينَ اِلٰى دَرجَةِ الوِلايَةِ اِلا بِتَوَسُّطِهِم" اهو نفي ۽ اثبات جو ڪڙو صاف صاف ٻڌائي رهيو آهي تہ اهي اهڙا قطب آهن جو سيئي پهريان ۽ پوءِ وارا ولي سڀ ٻورا ان جا محتاج آهن ۽ سيني جي ڪمالات جا وسيلا ۽ ذريعا آهن ۽ اهائي معنيٰ مرڪزيت جي آهي جيڪا لکت (مڪتوبات) جي انهن عبارتن مان چنڊ ۽ سج وانگر چٽي آهي، تہ پڌرو ٿيو تہ اهلبيت عليهم السلام کان علاوه ٻين ماڻهن ۾ بہ شرعي ۽ ديندار حضرات انهن جي فيض ۽ برڪتن سان قطب ٿي سگهن ٿا. (ڏسو فتاويٰ نوريہ ج 5 ص 179 ۽ 180).

## جلوه محمدي ﷺ جو پهريون مستفيض ڪير؟

شيخ اڪبر رحمت الله عليہ جي نظر ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ قلب مان پهرين تجلي کي قبول ڪرڻ واري پهرين هستي حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام جي پاڪ ذات آهي. تنهنڪري پهريان اِن اهو بيان ڪيو آهي تہ الله تعاليٰ سورت نور جي آيت 35 "مَثَلُ نُورِهٖ كَمِشْكٰوةٍ فِيْهَا مِصْبَاحٌ" ۾ پنهنجي جنهن نور جو ذڪر ڪيو آهي، ان نور کي قبول ڪرڻ واري ذات حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهن جنهن کي عقل چوندا آهن. پوءِ ان نور کي سڀ کان اڳ۾ ان ذات قبول ڪيو جيڪا حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهڻو ويجهو هئي يعني حضرت علي عليہ السلام. شيخ اڪبر رحمت الله عليہ لکي ٿو:

"وَاَقرَبُ النَّاسِ اِلَيهِ عَلِيُّ بنُ اَبِي طَالِبٍ وَاَسرَارُ الاَنبِياءِ اَجمَعِين."

يعني "ماڻهن مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهڻو ويجهو حضرت علي عليہ السلام ۽ سيني نبين سڳورن جا اسرار هيا."

(ڏسو الفتوحات المڪيہ: باب سادس ج 1 ص 184، دارالحڪمت العلميہ).

اهائي ڳالهہ امام شعراني رحمت الله عليہ وٽ هيئن مشهور آهي:

"وَكَانَ اَقرَبُ النَّاسِ اِلَيهِ فِي ذَالِكَ الهَبَاءِ عَلِي بنُ اَبِي طَالِب عليه السلام الجَامِعَ الِاسرَارِ الاَنبِيَاءِ اَجمَعِين."

يعني "ان هباء (خاص روحاني ماحول) ۾ سيني ماڻهن کان حضرت علي عليہ السلام، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وڌيڪ ويجهو هيا جيڪي سيني نبين سڳورن جي اسرارن جا جامع آهن." (ڏسو اليواقيت والجواهر ص 339).

وري اهائي ڳالهہ قطبِ گولڙه رحمت الله عليہ وٽ هيئن مشهور آهي:

"حضرت شيخ اڪبر جي "فتوحات المڪيہ" ۾ ڪشفي بيان آهي تہ حقيقتِ ڪليہ تجلي نور جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ "هبا" ٿي وئي ۽ ان ۾ سيني کان پهريون تعين حقيقتِ محمديہ جي لاءِ هيو. پوءِ چون ٿا تہ ان کان پوءِ "وَكَانَ اَقرَبُ اِلَيهِ عَلِي ابنَ اَبِي طَالِب اِمَامُ الاولِيَاءِ وَسِرُّ الاَنبِيَاءِ اَجمَعِين." يعني "ان حقيقتِ محمديہ ۽ تعين اول جي گهڻو ويجهو علي بن ابوطالب عليہ السلام هيا جيڪي ولين جا امام ۽ نبين سڳورن جو راز آهن." (ڏسو تصفية مابين سني و شيعه ص 50).

حضرت گولڙه جي ملفوظات شريف ۾ اها ڳالهہ هيئن ذڪر ٿيل آهي:

"اهو موهوبي علم آهي جيڪو صرف الله جي فضل سان اهلبيت عليهم السلام جي لاءِ مخصوص ٿيو آهي. حضرت علي ڪرم الله وجہ صفِ ميثاق ۾ پوري جهان ۾ حقيقتِ محمديہ جي ڀين کان گهڻو ويجهو هيا. تنهن ڪري شيخ فرمايو: "وَكَانَ اَقرَبُ النَّاسِ اِلَيهِ فِي ذَالِكَ الهَبَاءِ عَلِي بنُ اَبِي طَالِب عليه السلام الجَامِعَ الِاسرَارِ الاَنبِيَاءِ" ۽ ان کان علاوه ذوق دهلوي بہ هيٺين رباعي ۾ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو آهي:

کیا سمجھے گے اے ذوق بجز خاص عام
اعلیٰ جو علی کی ہے یا ملت کا مقام
جو لوگ صفِ اول میثاق میں تھے
پوچھے کوئی ان سے کہ وکیسا تھا امام.

انهيءَ ڪري علم لدني جو ظهور ان جي پاڪ ذات سان گهڻو ٿيو.“
(ڏسو ملفوظات مهريہ).

## اهلبيت مان ئي قطب الاقطاب ڇو؟

علامہ سيدمحمود آلوسي رحمت الله عليہ بہ اهلبيت جي مخصوص پاڪائي جي فائدن ۾ قطبيتِ عظميٰ کي انهن جي لاءِ ئي ثابت ڪيو آهي ۽ ان انهيءَ سلسلي ۾ ان اختلاف کي بہ حل ڪيو آهي جيڪو ابوالعباس مرسي رحمت الله عليہ جي موقف مان ظاهر ٿئي ٿو. اهو لکي ٿو:

”وَلِذَا نَجِدُ عِبَادَ اَهلِ البَيتِ اَتَمُّ حَالاً مِن سَائِرِ العِبَادِ المُشَارِكِينَ لَهُم فِي العِبَادَةِ الطَّاهِرَةِ، ..........وَاَنَا لَا اَعقِلُ النِّيَابَةَ فِي ذَالِكَ المَقَام.“

يعني ”اهوئي سبب آهي تہ اسان اهلبيت جي عبادت گذارن جي مقام کي ظاهري عبادتن ۾ ٻين عبادتگذارن کان گهڻو وڏيڪ ڪامل، سيني کان وڏيڪ حَسين ۽ سيني کان وڏيڪ پاڪ صاف ڏسون ٿا. ۽ انهن تائين طريقت جي سيني سلسلن جي پڄاڻي ٿئي ٿي، جيئن انهن بزرگن تي ڳجهو ڪونهي جيڪي براين کان دوري (تخليہ) ۽ عبادت جي زيور (تحليہ) کي پنهنجو ٻڻائڻ واري منزل جا راهي آهن ۽ اهي ٻئي شيون پاڪ حرم ۾ اڏرڻ لاءِ روحاني پرن ۽ سڪون جي آکيرن ۾ قرار وٺڻ جي حيثيت رکن ٿيون. ايستائين جو هڪڙي جماعت جو اهو خيال آهي تہ هر زماني ۾ وقت جو قطب فقط اهلبيت مان هوندو آهي. استاد ابوالعباس مرسي جي موقف جي خلاف جيئن ان کان ان جي شاگرد تاج الدين بن عطاء الله نقل ڪيو اهي تہ ان چيو: غير اهلبيت مان بہ وقت جو قطب هوندو آهي.

مون امام رباني الفاروقي مجدد الف ثاني قدس سره جي مڪتوبات ۾ پڙهيو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي: اهلبيت جي مشهور امامن کان علاوه قطبيت سڏوسنئون ڪنہ هلي آهي، پوءِ انهن کان بعد غير اهلبيت جي لاءِ انهن جي ئي نائبي طور هلندي رهي، ايستائين جو حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني قدس سره النوراني جو وارو آيو تہ اهي سڏوسنئون قطبيت جي مقام تي فائز ٿيا. پوءِ جڏهن اهي پنهنجي مقدس روح سان گڏ مٿانهِيُن (اعليٰ

عليين) ڏانهن پرواز ڪري ويا تہ پوءِ وارن کي اهو رتبو ان جي نائب طور مليو پوءِ جڏهن امام مهدي عليہ السلام جلوه گر ٿيندا تہ اهي اهلبيت عليهم السلام جي ٻين امامن وانگر سڌوسنئون ان مرتبي تي فائز ٿيندا.

ان کان اڳتي امام آلوسي لکي ٿو: هن ڳالهہ جي معرفت ۽ ان جي حقيقت تائين پهچ ڪشف کان سواءِ نٿي ٿي سگهي، ۽ مونکي ڪشف ڪٿي حاصل آهي؟ جيڪا ڳالهہ منهنجي گمان تي غالب آهي اها هي آهي تہ وقت جو قطب اهلبيت کان علاوه بہ ٿيندو آهي پر قطب الاقطاب فقط اهلبيت مان هوندو آهي، ڇوتہ اهي پنهنجي اصل (نسب) ۾ سيني کان وڌيڪ پاڪ صاف ۽ فضيلت ۾ سيني کان گهڻا آهن، ۽ انهن مان جيڪو بہ ان مقام تي فائز ٿيندو آهي سڌوسنئون ٿيندو آهي، نائبي ۾ يا اڻ سڌي طرح فائز ڪونہ ٿيندو آهي، ۽ مونکي ان مقام ۾ نائبي سمجهہ ۾ نٿي اچي.

(ڏسو روح المعاني ج 12 جز 22 ص 28، وط: ج 21 ص 311 ۽ 312).

ديوبند مڪتبہ فڪر جي عالم حافظ محمد ظفرالله شفيق صاحب بہ پنهنجي عظيم الشان ۽ مطالعو جو حق رکڻ واري ڪتاب ۾ بہ ان عبارت جو خلاصو نقل ڪيو آهي. (ڏسو امام حسين عليہ السلام اور واقعہ ڪربلا ص 271).

## استادالعلماء بنديالويؒ جي تحقيق

استادالعلماء علامہ عطا محمد بنديالوي رحمت الله عليہ لکي ٿو: "هتي اها ڳالهہ سمجهڻ ضروري آهي تہ صوفين ۾ اختلاف آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت کان سواءِ قطبيت جو درجو ٻئي ڪنهن کي حاصل ٿي سگهي ٿو يا نہ؟ ڪجهہ صوفين جو عقيدو آهي تہ غيراهلبيت قطب نٿو ٿي سگهي ۽ ڪجهہ جي خيال ۾ غيراهلبيت بہ قطب ٿي سگهي ٿو پر سڌوسنئون قطب نٿو ٿي سگهي. البت، اهلبيت جي قطب جو نائب هوندو جيئن حضرت امام رباني شيخ محمداحمد فاروقي سرهندي رحمت الله عليہ جي عبارت مان پڌرو ٿي چڪو آهي.

باقي انهي ڳالهہ تي گڏيل راءِ آهي تہ قطب الاقطاب صرف اهلبيت مان هوندو.

ان کان پوءِ استادالعلماء بنديالوي رحمت الله عليہ علامہ آلوسي رحمت الله عليہ جي مٿي ڄاڻايل عبارت جو آخري حصو دليل طور نقل ڪيو آهي. (ڏسو مقدمہ: فيوضاتِ حسينيہ، بنديالوي ص 57 ۽ 58).

## ڇا فقط ڪتابي مطالعو ڪافي آهي؟

ڏيان رهي تہ ڪجهہ عالمن سڳورن حديث "اِنَّ اللهَ يَبعَثُ لِهٰذِهِ الاُمَّةِ عَلٰى رَاسِ كُلِّ مِائَةِ سَنَةٍ" ۽ مشهور حديث "مَثَلُ اَهلِ بَيتِى كَمَثَلِ سَفِينَةِ نُوح" مان بہ قطبيت عظميٰ اهلبيت جي لاءِ ثابت ڪئي آهي. پر مٿي ڄاڻايل سموري گفتگو هجي يا انهن حديثن مان دليل وٺڻ جي ڳالهہ، سيني کي سمجهڻ جي لاءِ رڳو عقل ۽ مطالعو ئي ڪافي ڪونهي، بلڪ، محبت، عشق ۽ وجدان بہ ضرور آهي. جنهن ڏَڳ تي ڪجهہ خشڪ ملان ۽ مولوي هلي پيا آهن ان سان انسان مرڪز کان پري ٿي ويندو آهي، جڏهن تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اصحابن سڳورن سان گڏ پوري امت کي حڪم ڏنو آهي تہ ڪتاب الله (سنت بہ ان ۾ شامل آهي) ۽ اهلبيت سان وابستہ رهو يعني

پیوستہ رہ شجر سے امیدِ بہار رکھ

اي جهان جا معبود! اسان کي ظاهري عِلم سان گڏ باطني عِلم بہ عطا ڪر۽ عقل سان گڏ ذوق ۽ جنون بہ عطا ڪر. اچو! مون سان گڏ توهان بہ جهانن جي پالڻهار جل جلاله جي بارگاهہ ۾ هٿ کڻي التجا ڪيو يا الله!

عطا اسلاف کا جذبِ دروں کر شریکِ زمرۂ لایحزنوں، کر
خرد کی گتھیاں سلجھا چکا ہوں مرے مولا مجھے صاحبِ جنوں کر

(بالِ جبريل ص 87، ڪلياتِ اقبال 379)-

## شاهہ عبدالعزيز جي وڏيڪ تحقيق

شاهہ ولي الله محدث دهلوي ٻارهن امامن سڳورن جي لاءِ چار ڳالهيون ثابت ڪيون آهن. عصمت، حڪمت، وجاهت ۽ باطني قطبيت. ان تي ڪجهہ ماڻهن کي اعتراض پيدا ٿيو تہ انهن اهي اعتراض

شاهہ صاحب جي پٽ حضرت شاهہ عبدالعزيز ڏانهن لکي موڪليا. سوال ۾ جيئن تہ عصمت تي تشويش جو گهڻو اظهار ڪيو ويو هو انهيءَ ڪري شاهہ صاحب بہ ان تي گهڻو ڌيان ڏنو ۽ ان ڪي ٻارهن امامن سڳورن جي لاءِ عصمت وجوبي طور تي نہ پر عصمتِ جوازي طور ثابت ڪيو ۽ آخر ۾ لکيو:

"بالجملہ اثبات ایں صفات اربعہ عند التحقیق نہ مخالف اہل سنت است .... کہ مجمع علیہ جمیع اہل حق است ."

يعني "خلاصو اهو آهي تہ تحقيق جي حوالي سان انهن چئن صفتن جو ٻارهن امامن جي لاءِ ثابت ڪرڻ نہ تہ اهل سنت جي مذهب خلاف آهي، توڙي جو ظاهري اک سان ڏسڻ وارا ماڻهو انهن لفظن جي استعمال کان گهٻرائيندا، ۽ نہ تہ شيخين (حضرات ابوبڪر ۽ عمر رضہ) جي افضيلت جي خلاف آهي جنهن تي سڀني اهل حق جو اتفاق آهي." (ڏسو فتاويٰ عزيزي ص 129، البريلويہ کا تحقيقي و تنقيدي جائزہ ص 151).

## علامہ شرف قادري جي تحقيق

اسان شاهہ عبدالعزيز جي فارسي لکت جو ترجمو علامہ عبدالحڪيم شرف قادريؒ جي ڪتاب مان نقل ڪيو آهي. علامہ ان کان پوءِ ڪجهہ ظاهري اک سان ڏسڻ وارن ماڻهن جي ترديد ۾ لکي ٿو:

"هن عبارت مان ظاهر آهي تہ حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي ۽ شاهہ عبدالعزيز محدث دهلوي جي نظر ۾ ٻارهن امام نہ صرف روحاني اڳواڻ آهن پر عصمت، حڪمت، وجاهت ۽ باطني قطبيت، چارئي صفتون رکندڙ آهن ۽ الله تعاليٰ جو فيض پهريان انهن تي نازل ٿيندو آهي ۽ انهن جي وسيلي سان ٻين تائين پهچندو آهي." (ڏسو البريلويہ کا تحقيقي و تنقيدي جائزہ ص 151 ۽ 152).

هڪڙي جاءِ تي علامہ شرف قادري رحمت الله عليہ شاهہ عبدالعزيز رحمت الله عليہ جي عبارت نقل ڪندي لکي ٿو:

”ومعني امامت که در اولاد حضرت امير عليه السلام باقي ماند ويکي ديگري را وصي مي ساخت ..... وهر يکي رابقدر استعداد بدولت الهيت مي نواختند.“

يعني ”حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي اولاد ۾ جو امامت باقي رهي ۽ انهن مان هر هڪ ٻئي کي وصي بڻائيندو رهيو. اهو انهي قطبيتِ ارشاد ۽ فيضِ ولايت جو مرڪز ٺيٺو هو انهيءَ ڪري امامن سڀني مان ڪنهن کان بہ روايت ڪونهي تہ انهن امامت کي تسليم ڪرڻ سڀني انسان تي لازم قرار ڏنو هجي، بلڪ، پنهنجن خاص خاص دوستن ۾ چونڊ ساٿين کي ان خاص فيض کان مشرف فرمائيندا هيا ۽ هرهڪ کي ان جي طاقت ۽ سمجهہ مطابق ان دولت سان نوازيندا هيا.“ (ڏسو تحفتہ اثنا عشريہ ص 214، البريلويه کا تحقيقي و تنقيدي جائزه ص 152).

علامہ عبدالحڪيم شرف قادري رحمت الله عليہ اڳين عبارت کي ڏسڻ واري اک جي لاءِ سرمو قرار ڏيندي لکي ٿو:

”ان کان علاوه، پهريان امام مثال طور، سجاد، باقر، صادق، ڪاظم ۽ رضا عليهم السلام سڀني اهلسنت وارن جا رهنما ۽ اڳواڻ هيا جو اهلسنت جي عالمن مثال طور، زهري، امام ابوحنيفہ ۽ امام مالڪ انهن بزرگن جي شاگردي اختيار ڪئي آهي ۽ ان وقت جي صوفين مثال طور، معروف ڪرخي انهن بزرگن کان فيض حاصل ڪيو ۽ طريقت جي مشائخن انهن بزرگن جي سلسلي کي سلسلتہ الذهب قرار ڏنو ۽ اهلسنت جي محدثن انهن بزرگن کان تفسير ۽ سلوڪ جي فن ۾ حديثن جا دفتر روايت ڪيا آهن.“ (ڏسو تحفہ اثناعشريہ ص 233، البريلويه کا تحقيقي و تنقيدي جائزه ص 152۽ 153).

## مرتضوي خلافتِ بلافصل تي دليل وارو قول

رافضي حضرات سورت مائده جي 55 آيت ”اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ“ جي شانِ نزول کي نظر ۾ رکندي حضرت علي عليہ السلام کي مطلق پهريون خليفو بلافصل ثابت ڪندا آهن ۽ اهل سنت جتي انهن جي ان

دليل کي رد ڪندا آهن، اتي اهي حضرت علي عليہ السلام جي بلافصل باطني خلافت جي ڳالھ بہ ڪندا آهن، جيئن اسان شارح "النبراس" قاضي برخوردار ملتاني رحمت الله عليہ جي حوالي سان لکي چڪا آهيون. ان کان علاوه، سيدمحمود آلوسي حنفي رحمت الله عليہ رافضين جي تفصيلي ترديد کان پوءِ لکي ٿو:

"اها آيت محدث حضرات جي مڃتا مطابق حضرت علي ڪرم الله وجہ جي شان ۾ نازل ٿي، ۽ اماميہ جيئن توهان کي معلوم ٿي چڪو آهي، ان مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام جي بلافصل خلافت جو دليل وٺن ٿا، ۽ اسان جيڪا انهن جي ترديد ڪئي آهي ان کي بہ توهان پڙهي چڪا آهيو والحمدلله سبحانه. ۽ گهڻن صوفي بزرگن بہ ان آيت مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ مولئ علي عليہ السلام جي بلافصل خلافت جي ڳالھ ڪئي آهي مگر انهن جي نظر ۾ اها باطني خلافت آهي، جنهن سان رشد ۽ هدايت، امداد ۽ تربيت ۽ روحاني تصرف مراد آهي نہ ڪي اها ظاهري خلافت جنهن جي مقصدن ۾ ملڪ جي ظاهري حدن جو قيام، لشڪرن جي تياري، اسلام جو دفاع ۽ تيرتلوار سان دشمنن جو صفايو ڪرڻ مطلب ٿئي ٿو. اها خلافت انهن صوفين جي نظر ۾ ٻنهي خلافتن (ظاهري ۽ باطني) جي وچ ۾ فرق ائين آهي جيئن کَل ۽ ڳِر ۾، سو باطني خلافت ظاهري خلافت جو مغز (ڳِر) آهي، ان سان اسلام جي حقيقت جي حفاظت ڪئي ويندي آهي، ۽ ظاهري خلافت سان اسلام جي ظاهر کي محفوظ رکيو ويندو آهي، ۽ هر دور ۾ باطني خلافت جو اهو مرتبو وقت جي قطب جو هوندو آهي ۽ ڪڏهن اها باطني خلافت ظاهري خلافت سان گڏجي ويندي آهي، جيئن حضرت علي عليہ السلام جي ذات ۾ انهن جي حڪومتي خلافت جي دور ۾ گڏ ٿي وئي هئي ۽ جيئن حضرت امام مهدي عليہ السلام جي ظهور جي ڏينهن ۾ انهن جي ذات ۾ گڏ ٿي ويندي، اهو منصب ۽ نبوت ٽج

پياڪ (رضاعي) ڀينرون آهن. اهڙيءَ طرح نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم کان فرمايل ان ارشاد ۾ اشارو آهي ته "مان ۽ علي (عليه السلام) هڪڙي نور مان پيدا ڪيا وياسين" ۽ اها خلافت حضرت علي عليه السلام جي ذات ۾ اتم درجي ۾ موجود هئي.
انهيءَ ڪري اهل الله بزرگن جي سلسلن جي پڄاڻي انهن تي ئي ٿئي ٿي، انهن معززن کان سواءِ جن جي سلسلي جي پڄاڻي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه تي ٿئي ٿي، جيئن اسان جا نقشبندي حضرات. الله تعاليٰ اسان کي انهن جي عِلمن مان نفعو عطا فرمائي. البت، ان سلسلي جي پڄاڻي حضرت علي عليه السلام تي به ٿئي ٿي ۽ خلافت جي اها ورهاست ڪجهه عارفن بزرگن انهن حديثن جي وچ ۾ هڪجهڙائي طور ڪئي آهي جن ۾ واضح طور تي يا اشاري طور پهرين ٽن خليفن جي رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان پوءِ معروف ترتيب جي مطابق خلافت جو ذڪر آهي ۽ جن ۾ چٽي نموني يا اشاري طور نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم کان پوءِ امير المومنين علي عليه السلام جي بلافصل خلافت جو ذڪر آهي. پوءِ انهن پهرين ٽن خليفن جي خلافت ۾ ظاهر ٿيندڙ حديثن کي خلافتِ ظاهر تي گمان ڪيو آهي ۽ چئني خليفن جي خلافت جي حقيقت جي ڳالهه ڪئي آهي، ۽ توهان کي خبر آهي ته اها ڳالهه اميرالمومنين علي عليه السلام جي پهرين ٽن خليفن تي افضليت ڏانهن اشارو ڪري ٿي، ۽ ڪن ته افضليت جي وضاحت به ڪئي آهي ۽ چيو آهي ته گهٽ حيثيت واري (مفضول) جي ظاهري خلافت افضل جي موجودگيءَ ۾ جائز آهي، پر اسان شيخ اڪبر قدس الله سره کان نقل ڪري چڪا آهيون ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ۽ حضرت ابوبڪر رضه جي وچ ۾ ڪوبه شخص ڪونهي، ۽ ان جو مقصد فضيلت واري مرتبي کان سواءِ ڪجهه ڪونهي، چڱيءَ طرح سمجهو.
(ڏسو تفسير روح المعاني ج 4 جز 6 ص 273، وط: ج 7 ص 305 ۽ 306).

## روح المعاني ۾ شيخ اڪبر جي موقف تي هڪ نظر

امام آلوسي رحمت الله عليہ جي ان عبارت ۾ صوفين جي طرفان مختلف حديثن جي وچ ۾ جيڪا هڪجهڙائي بيان ڪئي وئي آهي اها گهڻو عمدي آهي ۽ اڪثر صوفين جو اهوئي نظريو آهي. پر علامہ آلوسي رحمت الله عليہ جي ڊگهي عبارت جي آخر ۾ شيخ اڪبر رحمت الله عليہ ڏانهن جيڪا ڳالهہ منسوب ڪئي وئي آهي، جتي اهو علامہ آلوسي رحمت الله عليہ جو ڪليل موقف محسوس نٿو ٿئي اتي اسان کي ان جي صحيح هجڻ ۾ بہ شڪ آهي، ڇوتہ اسان جي سامهون شيخ اڪبر رحمت الله عليہ جو ان جي ابتڙ اهڙو موقف موجود آهي جنهن ۾ اهو ڪنهن کي بہ اهلبيت جي برابر نٿو سمجهي، تنهنڪري اهو هڪڙي جاءِ تي عظمتِ اهلبيت عليهم السلام جي متعلق مومنن کي تنبيهہ ڪندي فرمائي ٿو:

فَلا تَعدِلُ بِأَهلِ البَيتِ خَلقَا
فَأَهلُ البَيتِ هُم أَهلُ السِّيَادَه
فَبُغضُهُم مِنَ الاِنسَانِ خُسرَ
حَقِيقِيَّ وَحُبُّهُم عِبَادَه

”بس توهان ڪنهن بہ مخلوق کي اهلبيت جي برابر نہ سمجهو اهلبيت ئي اهلِ سيادت آهن. تنهنڪري ڪنهن انسان طرفان انهن سان بغض رکڻ حقيقي نقصان آهي، ۽ انهن جي محبت عبادت آهي.“

(ڏسو فتوحات المڪيہ ج 7 ص 255، مهر منير ص 20).

ان کان علاوه، شيخ اڪبر خلافت جي ظاهري ترتيب کي برحق مڃڻ جي باوجود ان ترتيب مطابق افضليت جو قائل ڪونهي. تنهن ڪري اهو باب نمبر 303 ۾ رعد سورت جي آيت 15 ”وَلِلّٰهِ يَسۡجُدُ مَنۡ فِي السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ طَوۡعًا وَّكَرۡهًا وَّظِلٰلُهُمۡ بِالۡغُدُوِّ وَالۡاٰصَالِ ﴿۱۵﴾“ معنيٰ: ۽ جيڪي بہ آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهن ۽ انهن جا پاڇا پڻ خوشي سان چاهي مجبوري سان هر صبح ۽ شام الله کي ئي سجدو ڪندا آهن ﴿۱۵﴾، جي بحث ۾ لکي ٿو:

"هاڻي جڏهن ان خالق کي جنهن جي قبضہ قدرت ۾ هر شيءِ آهي، ڪجهہ شيون مجبورن سجدو ڪن ٿيون تہ پوءِ ان جي مخلوق ۾ جيڪي رسول سڳورا ان جا خليفا ۽ نائب آهن انهن جو ڪهڙو حال هوندو؟ تنهنڪري اٽڪر آهي تہ ڪوئي خوشيءَ سان اطاعت ۾ داخل هوندو ۽ ڪوئي مجبوريءَ سان مگر مجبوري ان معنيٰ ۾ تہ ان کي ڪوئي شڪ هوندو جڏهن تہ اهو دينڊار هجي، يا اهو خواهشن جو مريد هوندو ۽ دينڊار نہ هجي. سو اصحابن سڳورن مان جنهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ جي خلافت کي پسند نہ ڪيو تہ نفس جي خواهش تي نہ، اهي نفس جي خواهش کان پري هيا، اهوئي انهن سان چڱو گمان رکڻ جي تقاضا آهي، پر ان کي ڪو شڪ هيو جنهن تي اهو قائم رهيو ان جي راءِ ۾ اهو پاڻ ان کان خلافت جو وڌيڪ حقدار هو پر اهو ان جي خيال ۾ هو، بلڪ عِلم الاهي ۾ ائين ڪونہ هو.

"فَاِنَّ اللّٰهَ قَدْ سَبَقَ عِلْمُهُ بِاَنْ يَّجعَلَهُ خَلِيْفَةً فِي الاَرْضِ .........وَفَضلُ بَعْضِهِم عَلٰى بَعْضٍ مَصْرُوفٌ اِلَى اللّٰهِ حُوَ العَالِمُ بِمَنَازِلِهِم عِندَهُ."

يعني "بيشڪ الله تعاليٰ جي عِلم ۾ هو تہ اهو انهن کي زمين تي خليفو بڻائيندو، ۽ اهڙيءَ طرح حضرات عمر رضي الله عنہ، عثمان رضي الله عنہ، علي عليہ السلام، ۽ حَسن عليہ السلام کي بہ. جيڪڏهن حضرت ابوبڪر رضہ کان اڳ ۾ ٻيو ڪو شخص خليفو ٿئي ها تہ حضرت ابوبڪر رضہ ان جي دور خلافت ۾ وفات ڪري وڃي ها ۽ عِلم الاهي ۾ ان جو خلافت ۾ ڦيريون هجڻ لازم هو، ڇوتہ اهو ڦيريان بِئي جهان ۾ وڃڻ وارو هو، ان موجب انهي خلافت جي اها ترتيب انهن جي عمرين جي ترتيب مطابق هئي، تنهنڪري ضروري هو تہ جيڪو بعد ۾ دنيا ڇڏڻ وارو هجي اهو خلافت ۾ بہ بعد اچي تہ جيئن اهو منصب سيني کي ملي، ۽ انهن مان ڪنهن جي ڪنهن تي فضيلت جو معاملو الله تعاليٰ جي حوالي آهي، اهائي ذات پاڻ وٽ انهن جي مرتبن کي ڄاڻي ٿي." (ڏسو فتوحات مڪيہ ج 5 ص 29، وط: ج 5 ص 32).

ان مفهوم کي امام شعراني بہ مختصر ۽ آساني سان لکيو آھي. (ڏسو اليواقيت الجواھر ج 2 ص 74, وط: ص 439؛ الکبريت الاحمر بھامش اليواقيت الجواھر ج 2 ص 8, وط: ص 351؛ وغيره وغيره).

شيخ اکبر رحمت الله عليہ حضرت ابراھيم خليل الله عليہ السلام جي پيروي جي حڪمت ۾ لکي ٿو:

"الَّذِی اَمَرَنَااللهُ اَن نَّتَبِعَ مِلَّتَهُ لِتَقَدُّمِهِ فِيهَا لا اِنَّهُ اَحَقُّ بِهَا مِن مُحَمَّدٍ صلى الله عليه وآله وسلم .... نَسأَلُ اللهَ العِصمَةَ مِنَ الاَهوَاءِ."

يعني "الله تعاليٰ اسان کي جيڪو ان جي ملت جي پيروي ڪرڻ جو حڪم ڏنو آھي تہ ان جي زماني جو اڳ ۾ اچڻ جي ڪري ڏنو آھي, انھيءَ ڪري نہ تہ ڪو اھي حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڌيڪ حقدار ھيا, مطلب تہ زماني جو اڳ ۾ ھجڻ ڪري حڪم آھي نہ ڪي مرتبي جي ڪري, جيئن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ خلافت ۾ حڪمتِ الاھي اھا ھئي تہ ان حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ, پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ, پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنہ ۽ پوءِ حضرت علي عليہ السلام کي انھن جي عمرين جي مطابق خلافت عطا ڪئي, ۽ انھن مان ھرھڪ پاڻ کان پھرين خليفي جي خلافت جي وقت ۾ بہ خلافت جو اھل ھو ۽ خلافت ھرھڪ لاءِ ضروري ھئي, جيڪڏھن بعد واري کي پھريان خليفو بڻايو وڃي ھا تہ پھريون پنھنجي وفات سبب خلافت کان محروم رھجي وڃي ھا, جڏھن تہ الله تعاليٰ کي اڳ ۾ ئي عِلم ھجڻ ڪري ان جي خلافت اٽل ھئي, تنھنڪري الله تعاليٰ خلافت کي عمرين جي زماني ترتيب جي مطابق مقرر ڪري ڇڏيو تہ جيئن انھن مان ڪوبہ اھل ھجڻ جي باوجود اڳ يا پوءِ جي ڪري خلافت کان رھجي نہ وڃي. اصحابن سڀني ان حڪمت کي خليفن جي وفات سبب سمجھي ورتو, البت, الله جي ان حڪمت باوجود خواھشن جا مريد ماڻھو ان معاملي ۾ بحث ڪري رھيا آھن, جڏھن تہ بہ اکيون, زبان ۽ ڪن رکڻ واري شخص تي صبح جي سوجھري وانگر معاملو پڌرو آھي, اسان

خواهش جو مريد ٿيڻ ڪان الله جي پناهہ گهرون ٿا." (ڏسو فتوحات مڪيہ ج 7 ص 498، وط: ج 7 ص 404).

## امام شعراني جو هڪڙو مهلائتو موقف

ان موقف جي مفهوم جو امام شعراني بہ ذڪر ڪيو آهي، پر ان ڪان هڪڙو اهڙو اضافو ٿي ويو آهي جنهن جو شيخ اڪبر جي موقف سان ڪو تعلق ڪونهي ۽ اهو هي آهي:

"وَكَانَ الشَّيخُ مُحِيُ الدِين يَقُول: تَقدِيمُ اَبِي بَكرٍ فِي الفَضلِ عَلىٰ عُمَرَ قَطَّعِيٌّ وَ تَقدِيمُ عُمَرَ عَلىٰ غَيرِهٖ ظَنيٌّ"

يعني "شيخ محي الدين رحمت الله عليہ فرمائيندو رهندو هو تہ فضيلت ۾ ابوبڪر رضہ جي حضرت عمر رضہ تي اڳڀرائي قطعي آهي ۽ حضرت عمر رضہ جي ٻين تي اڳڀرائي گماني آهي." (ڏسو اليواقيت الجواهر ج 2 ص 76، وط: ص 442؛ الڪبريت الاحمر بهامشي اليواقيت الجواهر ج 2 ص 9، وط: ص 352، وط: مفردة ص 85).

امام شعراني لکيو آهي تہ شيخ اڪبر رحمت الله عليہ "فتوحات المڪيہ" جي باب 558 ۾ اسم الاهي "المعطي" جي بحث ۾ مٿي بيان ڪيل ڳالهہ چئي آهي، پر "فتوحات المڪيہ" ۾ اها ڳالهہ اسم الهي "المعطي" جي بحث ۾ ڪونهي، بلڪ اسم الاهي "الشافي" جي بحث ۾ آهي ۽ ان ۾ قطعي يا گمان واري ڳالهہ جو ڪو ذڪر ڪونهي. امام شعراني طرفان مٿي ڄاڻايل جملن جو شيخ اڪبر ڏانهن منسوب ڪرڻ مناسب ڪونهي ڇوتہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اهو تہ حق آهي تہ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ سان اختلاف ڪري پر اهو حق ڪونهي تہ اهو ڪنهن ٻئي ڏانهن اهڙي ڳالهہ منسوب ڪري جيڪا ٻئي جو قول ئي نہ هجي.

قطعيت ۽ گماني (ظني) شيخ اڪبر رحمت الله عليہ جو عقيدو ئي ڪونهي، تنهنڪري ان مٿي ڄاڻايل بحث وانگر اسم الاهي "الآخر" تي بہ بحث ڪيو آهي ۽ ان جي آخر ۾ پنهنجو موقف هيئن بيان ڪيو آهي:

"فَمَا قَدَمَ مَن قَدَمَ مِنهُم لِكَونِهِ اَكثَرَ اَهلِيَّةَ مِنَ المُتَاَخِّرِ مِنهُم فِي نَظَرِي، وَاللهُ اَعلَم" يعني منهنجي سمجهہ مطابق انهن مان جنهن بہ

اڳيرائي ڪئي تہ ان بعد واري ڪان ڪنهن وڏيڪ اهليت جي بنياد تي اڳيرائي ڪونہ ڪئي، والله اعلم. (ڏسو فتوحات المڪيہ ج 8 ص 24، وط: ج 8 ص 21).

ظاهر ۾ اهو شايد ڪنهن کي عجيب لڳي پر حقيقت ۾ شيخ اڪبر رحمت الله عليہ جي اها ڳالهہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهڻن ئي فرمانن جي عين مطابق آهي.

## اهلبيت ۾ ولايتِ باطنيہ تي بنيادي شاهدي

واقعاتي، علمي ۽ بنيادي طور تي هن حقيقت کي هيئن سمجهي سگهجي ٿو تہ الله تعاليٰ شريعتِ محمديہ کي آخري شريعت، وري اها شريعت جنهن ڪتاب تي ٻڌل آهي ان کي آخري ڪتاب، هن شريعت جي نبي کي آخري نبي ۽ هن امت کي آخري امت ڪيو آهي، ۽ جيئن تہ هاڻي قيامت تائين ڪنهن ٻئي نبي، ڪنهن ٻئي ڪتاب ۽ ڪنهن ٻي شريعت کي اچڻو ڪونہ هيو انهيءَ ڪري قادرمطلق هن آخري شريعت جي ۽ آخري ڪتاب جي حفاظت جي ذميواري پنهنجي ذمي ڪنئي. هڪڙي طرف هن ڪتاب کي ياد ڪرڻ آسان ڪري ڇڏيو تہ ٻئي طرف هن آخري ڪتاب جي تشريح ۾ حڪمت ۽ سنت طور جيڪو ڪلام نازل ڪيو بنيادي طور تي ان جي حفاظت جو بہ اهڙو شاندار بندوبست ڪيو جو گذريل امتن ۽ موجوده دور جي غيرمسلمن ۾ قطعي طور ڪو مثال نٿو ملي. ٻڌايو! حديثن کي گڏ ڪرڻ، حديث جي عِلم جو اصول، اسماء الرجال وغيره جهڙن عِلمن جو مسلمانن کان سواءِ ٻئي ڪنهن هنڌ مثال ملي ٿو؟

قادرمطلق جي قدرت تي قربان تہ ان پنهنجي محبوب ﷺ جي زبان مان نڪتل لفظن جي حفاظت جو ايتري حد تائين انتظام ڪيو جو پهرين زماني جو ڪو مسلمان جڏهن ڪنهن ٻئي جي حوالي سان ڪنهن کان حديث نبوي ٻڌندو هو تہ اهو ان روايت ڪندڙ کي ڇڏي ان حديث جي وڌيڪ تصديق ڪرڻ لاءِ ڪيترا ڏينهن ۽ مهينا پنڌ ڪري ان شخص تائين پهچندو هو جنهن اها حديث نبي ڪريم صلي الله عليہ

وآلہ وسلم کان پاڻ ٻڌي هوندي هئي ۽ ان کان پڇي ٻڌي پوءِ پنهنجي ڳوٺ موٽندو هو. ٻڌايو! ڇا گذريل امتون پنهنجي جسماني طاقت جي لحاظ کان هن امت کان گهٽ هيون؟ هرگز نہ! پر ڪهڙو سبب آهي جو انهن ۾ اهو جذبو ڪونہ هو؟ انهيءَ ڪري ڪونہ هيو جو مشيتِ الاهي کي منظور ڪونہ هو پر مسلمان امت شروع کان اڄ تائين پنهنجي نبي جي ڪتاب ۽ ان جي حديثن جي حفاظت تي جيڪو سندرو ٻڌيون بيٺي آهي تہ اهو صرف قادرمطلق جي قدرت جو حڪم آهي, جيڪو باطني طور پنهنجو ڪم ڪري رهيو آهي.

پڙهندڙ دوستو! جيئن ڪتاب ۽ سنت کي قدرتي انتظام هيٺ باقي رکيو ويو آهي ائين حوض ڪوثر تي گڏ پهچڻ تائين ڪتاب سان گڏ اهلبيت کي بہ باقي رکيو آهي. انهيءَ ڪري ارشاد فرمايو ويو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حسب نسب کان سواءِ سڀ حسب نسب ختم ٿي ويندا. هن وقت تائين اڪثر سادات حضرات پنهنجي ڪنهن نياڻيءَ جو غيرسيد سان نڪاح ڪرڻ پسند ڪونہ ڪندا آهن ۽ ڪجهہ سادات ۽ عالم سڳورا تہ اهڙي نڪاح ۽ شادي کي مورڳو حرام بہ قرار ڏين ٿا تہ آخر ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فقط اهو تہ ان احتياط ۾ مشيتِ الاهي شامل آهي. مجون ٿا تہ اهو هڪڙو اختلافي مسئلو آهي ان جي باوجود جيڪي ماڻهو سيد نياڻيءَ جو ڪنهن غيرسيد سان نڪاح جائز سمجهن ٿا ادب ۽ لحاظ جو خيال انهن ۾ بہ هوندو آهي, يقينن ان ادب ۽ اختلاف ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نسب جي بقا جو راز لڪل آهي. سو جيئن هڪڙي طرف ڪي ماڻهو قرآن شريف ياد (حفظ) ڪرڻ کان پوءِ وساري ويهندا آهن تہ ٻئي طرف گهڻن ماڻهن طرفان ياد رکڻ جي ڪري قرآن شريف محفوظ بہ تہ آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪي سادات حضرات نڪاح ۾ اهڙو احتياط نٿا ڪن تہ ٻئي طرف نسب نبوي ﷺ جي حفاظت ڪرڻ وارا سادات بہ تہ موجود آهن جيڪي پنهنجي نياڻيءَ جو غيرسيد سان نڪاح نٿا ڪن ۽ يقينن انهن جي ئي وسيلي قادرمطلق نسب نبوي ﷺ کي محفوظ رکيو آهي.

## ”وَمِنۡ كُلِّ شَیۡءٍ خَلَقۡنَا زَوۡجَیۡنِ“ ۽ آل پاڪ

هي ذاريات سورت جي 49 آيت آهي. سوال پيدا ٿئي ٿو تہ آخر هن نسل پاڪ جي ايتري حفاظت ڇو؟ جواب عرض آهي: انهيءَ ڪري جو ڪتاب ۽ سنت سان ظاهر سنوارجي ويندو آهي ۽ آلِ رسول ﷺ جي مقدس روحن جي وسيلي باطن سنوارجي ويندو آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ جهڙيءَ طرح مادي طور تي ٻن شين جي ميلاپ کان سواءِ فطري طور لاڀ (ثمر) ملڻ ممڪن ڪونهي، اهڙيءَ طرح ٻن روحن جي ملڻ کان بغير فطري طور روحاني ثمر ملڻ ممڪن ڪونهي. سوال پيدا ٿئي ٿو تہ ڪهڙيءَ طرح آلِ رسول ﷺ جي مقدس روحن کان ٻين روحن کي فيض ملي ٿو؟ ان کي سمجهڻ جي لاءِ هڪڙي مادي حقيقت تي غور ڪرڻو پوندو.

اهو فطرت جو قانون آهي تہ ڪوبہ ميوي وارو وڻ تيستائين ڦر نہ ڏيندو آهي جيستائين ان تي ٻئي وڻ جو اثر نہ پهچي. قدرتي نظام هيٺ نر وڻ مان مادي وڻن کي هڪڙو اثر پهچندو آهي تہ جيڪو وڻ ان اثر کي قبول ڪندو آهي اهوئي ڦر جهليندو آهي ۽ جيڪو قبول نہ ڪندو آهي اهو ٻُسو (سَنڍ) رهندو آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي:

”وَاَرۡسَلۡنَا الرِّیٰحَ لَوَاقِحَ“ (الحجر:22) معنيٰ: ۽ اسان ڪڪر (بار) کڻي ايندڙ هوائون موڪليندا آهيون.

هن آيت جي تفسير جو خلاصو پير محمدڪرم شاهہ الازهري رحمت الله عليہ جي لفظن ۾ پڙهو. اهو لکي ٿو:

> ”تفسير جي عالمن سڀني هوائن کي ”لواقح“ چوڻ جي مختلف سببن جو ذڪر ڪيو آهي: يا تہ هوائن کي ”لواقح“ انهيءَ لاءِ چيو ويندو آهي جو اهي مينهن جي پاڻي کي ڪڪرن جي صورت ۾ کڻي اينديون آهن يا انهيءَ لاءِ تہ اهي ڪڪرن ۾ ان رطوبت کي ملائينديون آهن جنهن سان انهن مان مينهن وسڻ لڳندو آهي، يا انهيءَ لاءِ انهن کي ”لواقح“ چيو ويو آهي جو اهي وڻن کي ڦر وارو ڪنديون آهن يعني نر وڻ جي ٻُڦ کي کڻي مادي وڻ جي ٻُڦ ۾ وجهنديون آهن.“

"ثُمَّ يَبعَثُ اللَّوَاقِحَ فَتَلقَحُ الشَّجَرَ" (قرطبي) معنيٰ: پوءِ الله تعاليٰ لواقح هوائن کي موڪليندو آهي جيڪي وڻن کي ڦردار ڪنديون آهن. (ڏسو ضياء القرآن ج 2 ص 537 ۽ 538).

سو جيئن "رياح" يعني هوائن جي ذريعي نباتات پاڻ ۾ هڪٻئي کي فيض پهچائين ۽ فيض حاصل ڪن ٿا, اهڙيءَ طرح "ارواح" يعني روحن جي پاڻ ۾ ملاقات سان هڪڙو روح ٻئي روح کان فيض حاصل ڪري ٿو. تنهنڪري حديث شريف ۾ آهي:

"اِنَّ اَروَاحَ المُؤمِنِينِ لَتَلتَقِيَانِ عَلٰى مَسِيرَةِ يَومٍ وَّلَيلَةٍ وَمَارَ آىوَاحِدٌ مِّنهُمَا صَاحِبَهُ."

يعني "ايمان وارن جا روح هڪڙي ڏينهن ۽ هڪڙي رات جي پنڌ جي باوجود پاڻ ۾ ملاقات ڪندا آهن, جڏهن ته انهن مان هڪڙي ٻئي کي ڏٺو ئي ڪونه هوندو آهي."

(ڏسو مسند احمد ج 2 ص 175 حديث 6636 ۽ ص 220 حديث 7048؛ ڪتاب الروح ص 136؛ شرح الصدور: سيوطي ص 97؛ وغيره وغيره).

معلوم ٿيو ته جهڙيءَ طرح "رياح" يعني هوائن جي ذريعي وڻن ۾ هڪٻئي کي فيض پهچائڻ جو عمل ٿيندو آهي اهڙيءَ طرح قدرتي امر سان "ارواح" يعني روحن جي ملاقات سان هڪٻئي کي فيض پهچائڻ جو عمل ٿيندو آهي. هتي شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي رحمت الله عليه جي هيٺين ڳالهه هڪڙو ڀيرو وري پڙهي ڏسو:

"قطبيت باطنيه جي معنيٰ اها آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي ڪجهه ٻانهن کي خاص ڪري چڏيندو آهي جو فيض الاهي پهريان ذاتي طور ان تي نازل ٿيندو آهي, پوءِ ان کان ٻين ڏانهن منتقل ٿيندو آهي. توڙي جو ظاهري طور انهن کان فيض حاصل نه ڪري, جيئن سج جا ڪرڻا روشندان جي ذريعي گهر ۾ پهچن ته پهريان روشندان روشن ٿيندو ۽ ان جي واسطي سان گهر جون سيئي شيون روشن ٿينديون, ان کي قطب ارشاد به چئبو آهي."

(ڏسو فتاويٰ عزيزي فارسي ص 129؛ البريلوية کا تحقيق و تنقيدي جائزه ص 151).

## اهلبيت ۾ ”قطبيت“ حديث جي روشني ۾

ڪجھ تنگ نظر ماڻهن اهلبيت ۾ قطبيت جي جاري رهڻ کي رافضيت ۽ يهوديت قرار ڏنو آهي ۽ ماڻهن تي اثرانداز ٿيڻ لاءِ چيو:

”اسان ان کي رافضاڻي حرڪت چو چيو ۽ يهودياڻي حرڪت چو چيو؟ عقل ۽ سمجھ هجي.“ (ڏسو ضرب حيدري ص 187).

افسوس! جيڪا ڳالھ ڪتاب ۽ سنت جي مطابق آهي ان کي ڪجھ ناصبين رافضيت ۽ يهوديت سمجهي ورتو. ياد رکو! اهلبيت سان روحاني وابستگي کي يهوديت قرار ڏيڻ ان صورت ۾ درست ٿئي ها جڏهن خالق ڪائنات جي طرف کان اعلان ٿئي ها تہ هاڻي آلِ محمد ﷺ کان نبوي فيضِ ولايت ڪنهن ٻي قوم کي ڏنو ويو ۽ پوءِ ان اعلان جي باوجود ڪجھ ماڻهو يهودين ۽ نصارن وانگر حسد جو شڪار ٿي ان ولايت کي پنهنجي قوم کان ٻاهر تسليم نہ ڪن ها، تہ پوءِ ئي ان قول کي يهوداڻي حرڪت چوڻ درست هجي ها، پر جڏهن ”صِرَاطَ الَّذِيْنَ اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ“ سان گڏوگڏ ”اِنِي تَارِکَ فِيکُم الثّقلَين“ جو حڪم حوض ڪوثر تي پهچڻ لاءِ بنا ختم ٿيڻ جي قائم ۽ دائم آهي ۽ قرآن ۽ اهلبيت جو تعلق بنا ڪنهن ڪٽجڻ جي لڳاتار جاري ۽ ساري آهي تہ پوءِ ان سلسلي سان ڳنڍيل شخص ڪتاب ۽ سنت جو تابعدار ۽ پيروڪار ٿيو ان کي يهودي چوڻ ڪٿان جي شريعت ۽ ڪهڙي عقلمندي آهي؟

## اهلبيت ۾ قطبيت جو قول رافضيت ڪيئن؟

هن قول جي قائل کي رافضي چوڻ عقل ۽ سمجھ جي خلاف آهي، ڇوتہ رافضيت ۾ قطبيت جو ڪو تصور ئي ڪونهي، اهي روحانيت کي اهلبيت ۾ قيد سمجهن ٿا، امام زمانہ تي پاڙين ٿا، اهوئي سبب آهي جو انهن ۾ پيري مريدي جو بہ ڪو تصور ڪونهي، جڏهن تہ اهل سنت وارن وٽ غير اهلبيت کان بہ روحاني فيض حاصل ٿيڻ هڪڙي تسليم ٿيل حقيقت آهي. البت، اهل سنت وارن وٽ روحانيت جو مرڪز اهلبيت آهن، جيئن اسان ان تي مختلف صوفين ۽ اهل سنت جي عالمن جون وضاحتون بيان ڪري چڪا آهيون. خاص طور شيخ اڪبر، علامہ آلوسي، استاد بنديالوي، قاضي ثناء الله پاني پتي نقشبندي ۽ مجدد الف

ثاني رحت الله عليهم جون عبارتون. هتي چاٽايل ٻنهي نقشبندي بزرگن مان قاضي پاني پتي رحمت الله عليہ حضرت علي عليہ السلام کي پهرين ٽن خليفن جو بہ قطب لکيو آهي ۽ مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ حضرت علي عليہ السلام کي ان جي جسماني پيدائش کان بہ اڳ ان مقام تي فائز ۽ فيض پهچائيندڙ لکيو آهي. تنهنڪري ايمان سان ٻڌايو! جڏهن اهل سنت غيراهلبيت شخص کي بہ قطب مڃين ٿا پر قطب الاقطاب هر زماني ۾ اهلبيت مان مڃين ٿا تہ پوءِ اها رافضي حرڪت ڪيئن ٿي؟ عقل ۽ سمجهہ وارا ماڻهو ٻڌائين تہ ان موقف جي رافضيت سان ڪٿي هڪجهڙائي آهي؟

## عِلم باطن جي اهميت

مرتضوي عِلم باطن جي بحث ۾ رڳو مناسب بلڪ ضروري آهي تہ باطني علم جي حاصلات تي بہ ڳالهہ ٿي وڃي، ڇوتہ انسان جي اندر جيڪڏهن عِلم باطن جو ذرو بہ نہ هجي تہ محض ظاهري علم هلاڪت جو سبب ٿي ويندو آهي، انهيءَ ڪري صوفين باطني علم حاصل ڪرڻ لاءِ تلقين ڪئي آهي. تنهنڪري سيد احمد ڪبير رفاعي رحمت الله عليہ فرمايو آهي:

"يَا بُنَيَّ! اِجتَهِدْ فِي تَعَلُّمِ عِلمِ ﷲِ ....... وَاَعرِف حُرمَةَ الصَّالِحِينَ"

يعني "ٻچڙا! باطني علم سکڻ جي ڪوشش ڪر، بيشڪ ان جي برڪت تمام گهڻي آهي، ان کان گهڻي آهي جيتري تون خيال ڪرين ٿو. پُٽ! جنهن شخص باطني علم کان سواءِ صرف ظاهري علم سکيو تہ اهو هلاڪ ٿي ويو ۽ ان کي خبر ئي نہ پئي. پيارا پُٽ! تون جيڪڏهن گهرين ٿو تہ الله تعاليٰ توکي باطني علم سان سرفراز ڪري تہ توتي لازم آهي تہ دنيا سان محبت نہ ڪر ۽ صالحن جي عظمت کي سڃاڻ." (ڏسو حالة اهل الحقيقة مع الله: رفاعي ص 70).

هن عبارت جي پهرين ٻن جملن ۾ باطني عِلم حاصل ڪرڻ جي تلقين آهي ۽ ٽئين جملي ۾ ان کي حاصل ڪرڻ جي شروعاتي طريقي جو ذڪر آهي.

عِلم باطن جي لاءِ ڪو الڳ ڪورس يعني نصاب ڪونهي هوندو بلڪ ظاهري عِلم تي عمل ڪرڻ سان درجي بدرجي دل ڪي جيڪا روشني ملندي رهندي آهي، اهائي عِلم باطن آهي. ان کي هيئن سمجهو تہ جيئن درجي بدرجي ظاهري عِلم سان انسان جي معلومات ۾ اضافو ٿيندو رهندو آهي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ظاهري عِلم تي عمل ڪيو وڃي ۽ ان کي دل ۾ سَمايو وڃي تہ جيترو ان جي دل تي ظاهر ٿيندو رهندو آهي اوترو دل جي روشني ۾ واڌارو ٿيندو رهندو آهي. ان کي ئي هڪڙي حديث ۾ هيئن بيان ڪيو ويو آهي:

"اَلعِلمُ عِلمَانِ: عِلمٌ فِي قَلبٍ فَذَالِكَ العِلمُ النَّافِعُ، وَعِلمٌ عَلَى اللِّسَانِ فَذَالِكَ حُجَّةُ اللهِ عَلىٰ خَلقِهِ."

يعني "عِلم ٻہ آهن: هڪڙو عِلم دل ۾ هوندو آهي، اهوئي عِلم نفعي وارو آهي ۽ ٻيو عِلم زبان تي هوندو آهي، اهو عِلم الله تعاليٰ جي مخلوق تي حجت آهي." (ڏسو ڪتاب الزهد ابن مبارڪ ص 332 حديث 1161؛ المصنف ابن ابي شيبہ ج 19 ص 88 ، 89 حديث 35502؛ احياء العلوم في الدين ج 1 ص 60؛ الترغيب الترهيب ج 1 ص 58 حديث 40 ۽ 41؛ وغيره وغيره).

شايد ڪجهہ عارفن هن حديث کي نظر ۾ رکندي ئي فرمايو هوندو:

*علم را بر تن زنی مارے بود*
*علم را بر دل زنی یارے بود*

يعني عِلم جو اظهار بدن تي ڪندا تہ اهو نانگ ثابت ٿيندو، عِلم کي دل ۾ ويهاريندا تہ اهو مددگار ثابت ٿيندو.

## عِلم باطن کان محروم ڪير؟

جيڪڏهن عِلم زبان ۽ نڙيءَ کان هيٺ لهي دل ۾ پهچي وڃي تہ دل جي دنيا ئي بدلجي ويندي آهي. باقي جيڪڏهن رڳو زبان تي رهجي وڃي تہ ان کان وڌي ٻي ڪا مصيبت ڪونهي. ڇا توهان کي معلوم آهي تہ عِلم ڪهڙن ماڻهن جي نڙيءَ کان هيٺ نہ لهندو آهي؟ جيڪڏهن معلوم ڪونهي تہ ڄاڻي ڇڏيو تہ جيڪي ماڻهو عظمتِ نبوتِ مصطفيٰ ﷺ ۽ ولايتِ علي المرتضيٰ عليہ السلام ٻنهي کان اوپرا هجن تہ اهي

عِلم باطن يعني ايمان ۽ نفعي واريِ عِلم (عِلم نافع) کان محروم هوندا آهن. انهن وٽ عِلم هوندو آهي، قرآن بہ پڙهندا آهن ۽ ڏسڻ ۾ مڪمل دينداربہ نظر ايندا آهن، پر انهن جي عِلم جو اثر انهن جي نڙيءَ کان هيٺ انهن جي دل ڏانهن ڪونہ ويندو آهي. ان سلسلي ۾ صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم جي هيٺين حديث کي وري وري غور سان پڙهو:

”حضرت ابوسعيد خدري رضہ بيان ڪيو آهي تہ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ حاضر هياسين ۽ پاڻ سڳورا مالِ غنيمت ورهائي رهيا هيا. ذوالخويصره نالي بنوتميم جو هڪڙو شخص آيو ۽ ان چيو: يارسول الله! انصاف ڪيو! رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن مان عدل نہ ڪيو تہ پوءِ ڪير عدل ڪندو؟ جيڪڏهن مان عدل نہ ڪيان تہ ناڪام ۽ نامراد ٿي ويندس. حضرت عمر رضي الله عنہ عرض ڪيو: مون کي اجازت ڏيو تہ مان ان جو ڪنڌ لاهيان. پاڻ سڳورن فرمايو: ڇڏي ڏي، ان جا ڪجهہ ساٿي هوندا، توهان مان ڪوئي شخص پنهنجين نمازن کي انهن جي نمازن جي مقابلي ۾ ۽ پنهنجي روزن کي انهن جي روزن جي مقابلي ۾ حقير سمجهندو، اهي قرآن پڙهندا جيڪو انهن جي نڙين کان هيٺ نہ لهندو، اهي اسلام مان ائين نڪري ويندا جيئن تير شڪار مان نڪري ويندو آهي. پوءِ تير کي ڏسبو آهي تہ ان تي ڪوبہ نشان ڪونہ هوندو آهي، پوءِ ان جي ڦر جي پاڙ ۾ ڏسبو تہ ان تي بہ ڪو نشان ڪونہ هوندو، پوءِ ان جي ڇهنب ۾ ڏسبو تہ ان ۾ بہ ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندي، جڏهن تہ اهو تير رت ۽ ڇيڻي مان گذري ويندو آهي، اهي ماڻهن جي بهترين جماعت جي خلاف خروج ڪندا. انهن جي نشاني اها آهي تہ انهن ۾ هڪڙو وڏين اکين وارو شخص هوندو جنهن جي هڪڙي ٻانهن عورت جي ٻُبي وانگر يا گوشت جي ٽڪڙي وانگر لڏندي هوندي.

حضرت ابوسعيد خدري رضہ بيان ڪيو آهي: مان شاهدي ڏيان ٿو تہ مون اها حديث رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌي

هئي ۽ مان شاهدي ڏيان ٿو تہ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام انهن جي خلاف لڙائي ڪئي هئي ۽ مان ان سان گڏ هيس. پوءِ حضرت علي عليہ السلام ان ماڻهوءَ جي لاش کي ڳولڻ جو حڪم ڏنو، ان کي ڳوليو ويو تہ اهو ملي ويو. پوءِ ان کي حضرت علي عليہ السلام وٽ کڻي آيا، مون ان کي ڏٺو تہ ان ۾ اهي سڀ نشانيون موجود هيون جيڪي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم بيان ڪيون هيون.“

(ڏسو بخاري حديث 3610، مسلم: ڪتاب الزڪوات، باب ذڪر الخوارج وصفهاتهم حديث 1063).

نڙيءَ کان هيٺ دل ۾ عِلم ڪيئن پهچندو آهي؟ ان کي سيد احمد رفاعي رحمت الله عليہ مٿي بيان ڪري چڪو آهي ”اَعرِفُ حُرمَةَ الصَّالِحِين“ يعني اهل الله جي تعظيم جو خيال رکڻ سان. جيئن تہ مسلمان امت ۾ حضرت علي عليہ السلام کان وڏو عالم، عارف، صالح، زاهد، مجاهد، الله ۽ الله جي رسول جو محب ۽ الله ۽ الله جي رسول جو محبوب ٻيو ڪوبہ ڪونہ هو انهيءَ ڪري امت جي خيرخواهيءَ کي نظر ۾ رکندي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي حرمت ۽ عظمت جو خيال رکڻ جو گهڻو تاڪيد ڪيو ۽ خاص طور تي اهو تاڪيد انهن ماڻهن کي گهڻو ڪيو ويو جن وچ ۾ حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجي ظاهري حياتي جو باقي وقت گذارڻو هو. تنهنڪري لفظن کي وري وري تبديل ڪري انهن کي هن نازڪ معاملي جي حساسيت کان هيئن واقف ڪرايو ويو:

(1) علي (عليہ السلام) سان محبت ايمان ۽ ان سان بغض منافقت آهي. ياد رکو! اها حضرت علي عليہ السلام جي خصوصيت آهي. حديثن ۾ اهڙو اشارو ڪنهن جماعت جي باري ۾ تہ پيش ڪري ٿو سگهجي، پر ڪنهن ٻئي اڪيلي ماڻهوءَ جي باري ۾ پيش نٿو ڪري سگهجي.

(2) رسول الله ﷺ حضرت علي عليہ السلام جي هٿ کي پڪڙي ۽ پوءِ ان کي مٿي ڪري فرمايو: مان جنهن جو مولىٰ آهيان ان جو هي علي (عليہ السلام) بہ مولىٰ آهي.

(3) مان جنهن جو ولي آهيان تہ علي (عليہ السلام) بہ ان جو ولي آهي.
(4) جنهن علي (عليہ السلام) کي اذيت پهچائي ان مونکي اذيت پهچائي.
(5) جنهن علي (عليہ السلام) جي برائي ڪئي ان منهنجي گلا ڪئي.

عِلم جيڪڏهن زبان ۽ نڙيءَ مان دل ڏانهن وڃڻ لڳي تہ دل جي اندر اکيون پيدا ٿيڻ لڳنديون آهن ۽ پوءِ ان جي روشنيءَ سان پورو بدن فيضياب ٿيڻ لڳندو آهي، پر اها دولت صرف نماز ۽ روزي سان حاصل ڪونہ ٿيندي آهي. جيڪڏهن اها نعمت فقط نماز ۽ روزي سان ملي ها تہ خارجي سڀ کان وڌيڪ روشن دل ۽ عارف هجن ها.

## قرآن جي ساٿين کي پنهنجو ڪرڻ اٽڪر

سيني پهريَن ۽ آخرين جو ظاهري ۽ باطني عِلم قرآن شريف ۾ آهي ۽ بيشڪ قرآن هڪڙو نور آهي، پر هڪڙي نور مان روشني حاصل نٿي ٿي سگهي جيستائين ان سان گڏ ٻيو نور شامل نہ هجي. جيڪڏهن هڪڙوئي نور ڪافي هجي ها تہ پوءِ ثقل جي بجاءِ ثقلين چوڻ جي ضرورت نہ هجي ها.

افسوس تہ مسلمانن جي اڪثريت ٻئي ثقل جي اوتري اهميت سمجهڻ کان قاصر رهي جيترو پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي اهميت تي زور ڏيندا رهيا. ڪيترو زور ڏيندا رهيا؟ اچو! بس هڪڙو دفعو حديث ثقلين تي غور ڪري ان جي اهميت جو اندازو لڳايون ٿا.
امام مسلم رحمت الله عليہ لکي ٿو:

"حضرت زيد بن حيان رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي تہ مان، حصين بن سبره ۽ عمر بن مسلم حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ وٽ وياسين ۽ ان جي ڪچهريءَ ۾ ويناسين. پوءِ حصين ان کان سوال ڪيو: اي زيد! توهان رسول الله ﷺ جي زيارت ڪئي، پاڻ سڳورن جي امامت ۾ نماز پڙهي، پاڻ سڳورن کان حديثون ٻڌيون ۽ پاڻ سڳورن سان گڏجي جهاد ڪيو اي زيد!

يقينن توهان گهڻي برڪت ۽ ڀلائي حاصل ڪئي آهي. اسان کي ڪا اهڙي حديث ٻڌايو جيڪا توهان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ موجود هوندي پاڻ ٻڌي هجي. چيائين: ڀائٽيا! چونہ مان ڪافي عمر گذاري چڪو آهيان، ٻيڙو ٿي ويو آهيان ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون جيڪي حديثون مون ياد ڪيون هيون انهن مان ڪجهہ وساري بہ ويٺو آهيان، تنهنڪري مان توهان سان جيڪو بيان ڪريان ان کي قبول ڪيو ۽ جيڪو بيان نہ ڪري سگهان تہ ان جي باري ۾ مجبور نہ ڪجو.

چيائين: هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان کي خطبو ڏيڻ لاءِ پاڻيءَ جي ان تلاءَ وٽ اٿي بيٺا جنهن کي "خم" چيو ويندو آهي. پهريان الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا بيان ڪيائون، وعظ ۽ نصيحت ڪيائون، پوءِ فرمايائون: اي ڀائرو! مان هڪ انسان آهيان، ٿي سگهي ٿو جلد مون وٽ منهنجي رب جو قاصد اچي تہ مان ان کي لبيڪ چوان. مان توهان جي وچ ۾ بہ عظيم الشان شيون ڇڏي رهيو آهيان، انهن مان پهريون الله جو ڪتاب آهي جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي، جيڪو ان کي پڪڙي رکندو ۽ ان مان روشني حاصل ڪندو تہ اهو هدايت تي رهندو ۽ جيڪو ان کي ڇڏي ڏيندو ۽ ان کان منهن موڙيندو تہ اهو گمراهہ ٿي ويندو. ٻي شيءِ منهنجا اهلبيت آهن. مان پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو، مان پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو مان پنهنجي اهلبيت جي باري ۾ توهان کي الله جي ياد ڏياريان ٿو." (ڏسو مسلم: ڪتاب فضائل الصحابہ باب من فضائل علي بن ابي طالب عليہ السلام حديث 2408، صحيح ابن خزيمہ: ڪتاب زڪوات باب ذڪرالدليل علي ان بني عبدالمطلب هم من آلِ نبي ﷺ ج 2 ص 1132 ۽ 1133 حديث 2357).

حيران ڪندڙ ڳالهہ اها آهي تہ ماڻهن هن حديث مان اهو مطلب وٺي ڇڏيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهلبيت سان محبت

ڪرڻ لاءِ اپاريو آهي، ۽ وري محبت بہ فقط اها سمجهي ڇڏي جيڪا ڪوڪلن نعرن ۽ انهن جو وسيلو پيش ڪري دعا گهرڻ تائين محدود آهي.
پائرو! اهلبيت سان رڳو اهڙي محبت جي گهرج ڪونهي، بلڪ ان محبت جي گهرج آهي جنهن ۾ انهن جي پيروي هجي. انهن جي پيروي ۾ ئي اصحابن سڳورن سان گڏ پوري امت جي لاءِ گمراهيءَ کان بچڻ جي حتمي ضمانت موجود آهي. انهيءَ موجب اهائي حديث حضرت جابر بن عبدالله رضہ کان بہ روايت ٿيل آهي ۽ ان ۾ هي لفظ آهن:

"يَا اَيُّهَا النَّاسُ اِنِّى تَرَكتُ فِيكُم مَا اِن اَخَذتُم بِهِ لَن تَضِلُّوا: كِتَابَ اللهِ وَ عِترَتِى اَهلَ بَيتِى" يعني "اي پائرو! مون توهان ۾ جيڪو ڇڏيو آهي جيڪڏهن توهان ان کي پڪڙي رکيو تہ هرگز گمراهہ نہ ٿيندا: الله تعاليٰ جو ڪتاب ۽ منهنجي اولاد منهنجا اهلبيت." (ڏسو جامع ترمذي: باب مناقب اهل بيت النبي ﷺ ج 6 ص 124 حديث 3786).

حضرت زيد بن ارقم رضہ کان هنن لفظن سان بہ حديث روايت ٿي آهي:

"اِنِّى تَارِكٌ فِيكُم مَا اِن تَمَسَّكتُم بِهِ لَن تَضِلُّوا بَعدِى اَحَدُهُمَا اَعظَمُ مِنَ الآخَرِ: كِتَابُ اللهِ حَبلٌ مَمدُودٌ مِنَ السَّمَاءِ اِلَى الاَرضِ، وَعِترَتِى اَهلُ بَيتِى، وَلَن يَتَفَرَّقَا حَتَّى يَرِدَا عَلَىَّ الحَوضَ، فَانظُرُوا كَيفَ تَخلُفُونِى فِيهِمَا"

يعني "مان توهان ۾ جيڪو ڇڏڻ وارو آهيان جيڪڏهن توهان ان کي پڪڙي رکندا تہ مون کان پوءِ هرگز گمراهہ نہ ٿيندا، انهن ٻنهي مان هرهڪ ٻئي کان وڏو آهي، الله تعاليٰ جو ڪتاب جيڪو آسمان کان زمين ڏانهن لڙڪايل رسو آهي، ۽ منهنجي اولاد منهنجا اهلبيت، اهي ٻئي ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندا ايستائين جو حوض ڪوثر تي مون وٽ ايندا، سو توهان ڌيان رکجو تہ مون کان پوءِ انهن ٻنهي سان ڪهڙو معاملو ڪيو ٿا." (ڏسو سنن ترمذي: باب مناقب اهل بيت النبي ﷺ ج 6 ص 126 حديث 3788، مسند ابي يعلي ج 2 ص 297 حديث 1021).

اهلبيت کي قرآن شريف سان گڏ انهيءَ ڪري ڇڏيو ويو تہ انهن جي پيروي ڪئي وڃي ۽ پورو زور بہ ان تي ڏنو ويو آهي، پر شايد امت

سمجهي ڇڏيو آهي تہ اهي "لِي خَمسَةٌ اُطفِي بِهَا ...." يا "خدايا بحق بني فاطمہ " يا "جاڳي ياعلي" وغيره چئي ڇڏجي تہ انهن جو حق ادا ٿي ويو. ان قسم جي لفظن سان نہ انهن جو حق ادا ٿئي ٿو نہ اهي راضي ٿين ٿا. انهن جي، انهن جي رب جي، الله جي محبوب ﷺ جي خوشي تہ ان ڳالهہ ۾ هئي تہ قرآن شريف سان گڏ انهن جي پيروي ڪئي وڃي ها مگر افسوس، امت جي پهريَن ماڻهن مان هڪڙي طبقي انهن سان وڙهڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ ڪجهہ ماڻهن ان لڙائي ۾ انهن سان وڙهڻ وارن نہ پر مورڳو ان "ثقل اڪبر" کي الزام جو حقدار قرار ڏنو جنهن کي قرآن سان گڏ ۽ قرآن جيتري پيروي ڪرڻ لاءِ ڇڏيو ويو هو.

## سردارن سان لڙائي ۾ وري اجر ۽ ثواب؟

ڪجهہ عيار ۽ مڪار ماڻهو اٿيا ۽ انهن ان لڙائي کي "اصحابن جا پاڻ ۾ تڪرار" جو نالو ڏئي ڇڏيو ۽ اهلبيت جي مخالفت ۾ اچڻ واري کي خطا ڪندڙ مجتهد بڻائي ان کي هڪڙي ثواب جو حقدار بڻائي ڇڏيو. ڪهڙي تہ ڳوڙهي چالاڪي آهي! ڀلا، اهلبيت سان لڙايون "اصحابن جا پاڻ ۾ تڪرار" ڪيئن ٿي ويون؟ اهي لڙايون "اصحابن جا پاڻ ۾ تڪرار" تہ تڏهن چيون وڃن ها جڏهن ٻنهي طرفن کان صرف اصحابي هجن ها. اهلبيت عليهم السلام جون اهي هستيون جن کي قرآن شريف سان گڏ سردارن طور ڇڏيو ويو انهن جي مقابلي ۾ اچڻ ۽ انهن جي خلاف لڙائي ڪرڻ کي "اصحابن جا پاڻ ۾ تڪرار" ۽ اجتهاد ڪونهي چيو ويو بلڪ الله ۽ ان جي رسول ﷺ سان کليل جنگ چيو ويو آهي. ٻڌايو! جيڪڏهن ڪوئي شخص قرآن سان مقابلو ڪري تہ اهو ڪهڙي ثواب جو حقدار ٿيندو؟ جيڪڏهن نہ، تہ پوءِ ٻئي ثقل اڪبر جي خلاف لڙائي ڪرڻ تي هڪڙو ثواب ڪيئن ۽ ڇو؟ ياد رکو! اهلبيت عليهم السلام جي خلاف لڙائي ڪرڻ وارن مان ڪنهن شخص کي بعد ۾ هوش اچي ويو ۽ ان توبهہ ڪئي ۽ اهلبيت جي پيروي ڪئي تہ ڀلي ڳالهہ آهي، ورنہ "يَعلَمُ خَائِنَةَ الاَعيُنِ وَمَا تُخفِي الصُّدُور" يعني اکين جي خيانت ۽ دلين جي ڳجهہ کي ڄاڻڻ جي شان واري ذات ذري ذري جو حساب وٺندي.

خلاصو اهو آهي تہ ڪنهن شخص جي اندر ۾ ان وقت تائين روشني نٿي اچي سگهي جيستائين ان کي هڪ ئي وقت ۾ ٻئي نور حاصل نہ هجن: قرآن جو نور ۽ اهلبيت جو نور. هن کان اڳ سيد احمد ڪبير رفاعي رحمت الله عليہ جو هي قول عِلم باطن کي حاصل ڪرڻ جي ذڪر ۾ نقل ٿي چڪو آهي تہ انهن فرمايو: اي پُٽ! جيڪڏهن توکي عِلم باطن گهرجي تہ پوءِ پاڻ تي بہ ڳالهيون لازم ڪري ڇڏ "فَعَلَيكَ بِبُغضِ الدُّنيَاوَ اَعرِفَ حُرمَةَ الصَّالِحِين" يعني دنيا سان بغض رک ۽ صالح ٻانهن جي عظمت کي سڃاڻ. سو جڏهن ٻين صالحن جي عظمت جي معرفت کان سواءِ عِلم باطن حاصل نٿو ٿي سگهي تہ پوءِ انهن هستين جي عظمت جي معرفت کان سواءِ ڪيئن ۽ ڇو حاصل ٿي سگهي ٿو جن کي قرآن سان گڏ ثقل اڪبر طور ڇڏيو ويو هو تہ اصحابن سان گڏ پوري امت قيامت تائين انهن جي پيروي ڪن.

هاڻي بہ وقت آهي تہ اهلبيت عليهم السلام جي سيرت جو مطالعو ڪيو وڃي ۽ ڪتاب ۽ سنت سان گڏوگڏ دين ۽ دنياوي سڀني معملن ۾ انهن جي پيروي کي اڳيان رکيو وڃي. انساني لڏي جي فلاح ۽ بهبود ان ۾ ئي آهي، تنهنڪري دل جي خوشيءَ سان انهن جي پيروي کي اپنايو وڃي تہ جيئن دنيا امن جو ماڳ ٿي وڃي، ورنہ ان وقت تہ امن اچي ئي ويندو جڏهن اهلبيت عليهم السلام جو آخري امام جلوه گر ٿيندو.

## دل ۾ علي (عليہ السلام) نہ هجي تہ قرآن بہ نہ هوندو

قرآن شريف کان بغير مسلمان هڪ وِک بہ نٿو هلي سگهي، پر اڪيلو قرآن شريف ڪنهن جي لاءِ هدايت جو سبب نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف سان گڏ سنت جو هجڻ مسلمان جي لاءِ اهڙيءَ طرح ضروري آهي جيئن قرآن شريف ضروري آهي. جيئن تہ سنت جو صحيح ترين علمي نمونو اهلبيت عليهم السلام جي سيرت مبارڪ ۾ موجود هو انهيءَ ڪري قرآن سان گڏ انهن سان وابستہ رهڻ جي باري ۾ ارشاد فرمايو ويو آهي ۽ انهن کي قرآن وانگر هڪڙو ثقل اڪبر چيو ويو آهي. وري اها بہ ڌيان طلب ڳالهہ آهي تہ اهلِ ڪساء عليهم السلام مان علي عليہ السلام جي لاءِ خاص طور تي ۽ منفرد طور قرآن شريف سان

دائمي گڏ هجڻ ٻڌايو ويو آهي. تنهنڪري ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها بيان ڪيو آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو:

"عَلِي مَعَ الْقُرآنِ وَالْقُرآنُ مَعَ عَلِي، لَن يَّتَفَرَّقَا حَتىٰ يَرِدَا عَلَى الحَوضَ " يعني "علي (عليہ السلام) قرآن سان گڏ آهي ۽ قرآن علي (عليہ السلام) سان گڏ آهي, ٻئي جدا ڪونہ ٿيندا ايستائين جو حوض ڪوثر تي مون وٽ گڏ ايندا." (ڏسو المستدرڪ ج 3 ص 123 حديث 4685, مجمع البحرين ج 3 ص 385 حديث 3713, مجمع الزوائد ج 9 ص 134 وط: ج 9 ص 183 حديث 14767, جامع الاحاديث ڪبير ج 6 ص 198 حديث 14319, وغيره وغيره).

سوچيو! ان جو مطلب ڇا آهي؟ ڇا علي عليہ السلام قرآن جو نسخو پاڻ سان گڏ رکندا هيا؟ نہ, بلڪ ان مان اها مراد آهي تہ مطلوبِ قرآن علي عليہ السلام سان گڏ ۽ مطلوبِ علي عليہ السلام قرآن سان گڏ آهي. ان جو تفصيل بيان ڪيو ويندو تہ دفتر پرجي ويندا. مختصر طور تي ائين سمجهجي تہ حضرت علي عليہ السلام جو اٿڻ ويهڻ, گهمڻ ڦرڻ, ڏک سُک, دوستي ۽ دشمني, ۽ صلح ۽ جنگ وغيره سڀ معاملا ان حد تائين قرآن جي مطابق هيا جو قرآن شريف انهن جي سيرت مان ڏسڻ ۾ ايندو هو انهيءَ ڪري انهن کي قرآن ناطق چيو ويو. سو حقيقت اها آهي تہ جن ماڻهن انهن کان منهن موڙڪئي تہ انهن قرآنِ صامت ۽ قرآنِ ناطق ٻنهي کان منهن موڙڪئي. وري ڌيان طلب ڳالهہ اها آهي تہ قرآن شريف ۽ علي عليہ السلام جو اهو ساٿ صرف حضرت علي عليہ السلام جي ظاهري حياتي تائين ڪونہ ٻڌايو ويو آهي, بلڪ فرمايو ويو تہ انهن ٻنهي جو ساٿ هميشه رهندو ايستائين جو حوض ڪوثر تي گڏ بارگاهہ نبوت ﷺ ۾ ايندا.

## بعد از مصطفيٰ ولايتِ مرتضيٰ

مٿي بيان ڪيل تفصيل جي روشنيءَ ۾ ٻڌايو! جڏهن قرآن شريف ۽ حضرت علي عليہ السلام جي ساٿ جي اها حالت آهي تہ پوءِ علي عليہ السلام جي دل کان سواءِ قرآن شريف جي ڪا آماجگاهہ ٿي سگهي ٿي؟

رڳو قرآن جي لفظن سان ڪوئي انسان بيشڪ نچندو وتي پر قرآن جو روح ان جي نڙيءَ مان هيٺ دل ڏانهن نٿو وڃي سگهي جيستائين روحِ علي (عليہ السلام) جا ڪرٽا ان جي دل ۾ موجود نہ هجن. انهيءَ ڪري پوري امت مان اڪيلي شخص جو نالو وٺي فرمايو ويو تہ ان سان محبت ايمان ۽ ان سان بغض منافقت آهي، اهو صرف ۽ صرف علي عليہ السلام آهي.

بارگاهہ خداونديءَ ۾ مقبوليت ۽ ولايت تہ وڏي ڳالهہ آهي مورڳو ايمان ئي نصيب نٿو ٿي سگهي جيستائين علي عليہ السلام جي محبت دل ۾ نہ هجي. جيڪڏهن اها محبت دل ۾ پيدا ٿي وڃي تہ پوءِ ايمان، قرآن، يقين ۽ عرفان سڀ ڪجهہ دل ۾ اچي ويندا آهن، ۽ جنهن تي وڏيڪ ڪرم ٿي وڃي ۽ جنهن کان وڏيڪ ڪم وٺڻو هجي تہ ولايت کي ورهائيندڙ (قاسمِ ولايت) علي عليہ السلام بذاتِ خود بہ تشريف کڻي ايندا آهن. تنهن ڪري امام جلال الدين سيوطي رحمت الله عليہ لکيو آهي:

"امام ابن الملقن رحمت الله عليہ پنهنجي ڪتاب "طبقات الاولياء" ۾ لکيو آهي تہ شيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ فرمايو تہ مون ٻيپهري (ظهر) جي نماز کان پهريان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زيارت ڪئي تہ پاڻ سڳورن فرمايو: "يَابُنَيَّ اَلاتَتَكَلَّم" يعني پيارا ٻچڙا! تون وعظ ڇو نٿو ڪرين؟ مون عرض ڪيو: بابا سائين! مان هڪڙو عجمي (غيرعرب) آهيان، بغداد جي اڪابر ماڻهن جي سامهون ڪيئن وعظ ڪريان؟ فرمايائون: وات کول. مون پنهنجو وات کوليو تہ پاڻ سڳورن ان ۾ ست دفعا لعاب مبارڪ وڌو ۽ فرمايائون: ماڻهن کي وعظ ڪر ۽ انهن کي حڪمت ۽ بهترين نصيحت سان پنهنجي پالڻهار جي واٽ ڏانهن سڏ! پوءِ مون ٻيپهري جي نماز ادا ڪئي ۽ ويهي رهيس تہ منهنجي چوڌاري ماڻهن جو هجوم گڏ ٿي ويو پر منهنجي لاءِ ڳالهائڻ ڏکيو ٿي ويو. پوءِ مون ڏٺو تہ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام منهنجي سامهون جلوه افروز آهن ۽ فرمائي رهيا آهن "يَا بُنَيَّ لِمَ لَا تَتَكَلَّم" يعني اي ٻچڙا! تون وعظ ڇو نٿو ڪرين؟ مون عرض ڪيو: باباسائين منهنجي لاءِ ڳالهائڻ

ڏکيو ٿي ويو آهي. فرمايائون: وات کول. مون وات کوليو تہ انهن ڇهہ ڀيرا وات جو پاڻي وڌو. مون عرض ڪيو: توهان پورا ست ڀيرا اها مهرباني ڇو نہ ڪئي؟ فرمايائون: رسول الله ﷺ جي ادب کي نظر ۾ رکندي. پوءِ اهي اکين کان غائب ٿي ويا." (ڏسو الحاوي للفتاويٰ ص 663 وط: ج 2 ص 259. الفتاوي الحديثيه ابن حجر مڪي ص 393. تفسير روح المعاني ج 12 جز 22 ص 51. سعادت الدارين ص 388. وغيره وغيره).

سوال پيدا ٿئي ٿو تہ حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ تي نبي ڪريم ﷺ جي ڪرم کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام ئي ڇو تشريف کڻي آيا، ٻيو ڪو اصحابي ڇو نہ آيو؟ ان جو سبب فاضل بريلوي قادري رحمت الله عليہ جي هيٺين لفظن مان سمجهي سگهجي ٿو. اهو هڪڙي جاءِ تي لکي ٿو:

"آيتِ ڪريمہ جيئن افضليتِ صديق تي دليل ساطع، ائين ئي ان جي عرفانِ الاهي ۾ ولايتِ ذاتي ۾ ڪافہ امت سان زيادت تي برهان قاطع" (ڏسو مطلع القمرين ص 200).

هتي فاضل بريلوي رحمت الله عليہ حضرت ابوبڪر صديق جي جمڻ کي "ولايتِ ذاتي" چيو آهي، ڇو؟ ان جو سبب ان حاشيي ۾ پاڻ هيٺئن لکيو آهي:

"قولہ ولايت ذاتي: انهيءَ ڪري جو ولايتِ متعديہ ۾ حضرت مولىٰ (علي عليہ السلام) جي اڳڀرائي سڀني کي تسليم ٿيل آهي." (ڏسو مطلع القمرين ص 200).

مٿين جملن ۾ "ولايتِ ذاتي" مان مراد اها ولايت آهي جيڪا ولي جي پنهنجي ذات تائين محدود هوندي آهي، جڏهن تہ ولايتِ متعدي مان مراد اها ولايت آهي جنهن جو فيض ٻين کي بہ پهچندو آهي. مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ فاضل بريلوي رحمت الله عليہ پنهنجي عبارت ۾ دليل بہ پاڻ پيش ڪيو آهي، اهو هي تہ حضرت علي عليہ السلام جي نالي جي بدران انهن جو لفظ "مولىٰ" سان ذڪر ڪيو آهي، جيڪو ان ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ جيئن تہ سڀني مومنن جو مولىٰ صرف حضرت علي عليہ السلام کي ئي بڻايو ويو آهي، تنهنڪري ولايتِ متعدي فقط انهن جي ئي

ولايت آهي. هتي هڪڙو ٻيرو وري قاضي ثناء الله پاني پتي نقشبندي رحمت الله عليہ جي اها ڳالھ پنهنجي ذهن ۾ آڻيو جنهن ۾ ان فرمايو تہ پهرين ٽن خليفن کي بہ ولايت حضرت علي عليہ السلام کان منتقل ٿي. ان کان علاوه، مجدد الف ثاني سرهندي جي اها ڳالھ بہ ضرور ذهن ۾ رهي جنهن ۾ ان فرمايو: گذريل امتن جي ولين جي روحاني تربيت بہ حضرت علي عليہ السلام جو مقدس روح ڪندو هو.

## شاھ اسماعيل دهلوي جو موقف

اهائي حقيقت شاھ اسماعيل دهلوي هيئن بيان ڪئي آهي:

"مقاماتِ ولایت بل سائر خدمات مثل قطبیت و غوثیت وابدالیت وغیرہا ہمہ از عہد کرامت حضرت مرتضیٰ تا انقراض دنیا ہمہ بواسطہ ایشان است. و در سلطنتِ سلاطین وامارتِ امراء ہم ہمتِ ایشان را دخلے ست کہ بر سیاحین عالم ملکوت مخفی نیست."

يعني "مقاماتِ ولايت بلڪ سموريون خدمتون مثال طور، قطبيت، غوثيت ۽ ابداليت وغيره سڀئي قيامت تائين حضرت علي ڪرم الله وجہ جي واسطي سان ملنديون آهن، ۽ بادشاهن جي سلطنت ۽ اميرن جي عهدن ۾ بہ اميرالمومنين عليہ السلام جي همت جو دخل آهي، اها ڳالھ عالم ملڪوت جو سير ڪندڙن تي ڳجهي ڪونهي." (ڏسو صراط مستقيم ص 58).

شاھ اسماعيل صاحب جي اها ڳالھ فاضل بريلوي بہ نقل ڪئي آهي. (ڏسو فتاويٰ رضويہ ج 30 ص 589).

## اهلبيت عليهم السلام ۽ قدرتي معاملا

جيئن تہ اهي هستيون باطني خلافت ۽ معنوي ولايت تي فائز آهن انهيءَ ڪري قادر ۽ قيوم جل جلاله پنهنجي قانون "فَالْمُدَبِّرٰتِ اَمْرًا﴿۵﴾" (سورت النازعات)، سان ملائڪن وانگر انهن کي بہ قدرتي معاملن کي هلائڻ جي ذميواري تي بہ فائز ڪندو آهي. تنهنڪري شاھ عبدالعزيز محدث دهلوي رحمت الله عليہ ۽ فاضل بريلوي رحمت الله عليہ لکن ٿا:

"حضرت امیر و ذریت طاہرہ اورا تمام امت بر مثال پیران و مرشداں می پرستند و امور تکوینیہ را بایشان وابستہ میدانند."

**يعني: حضرت امير (مولىٰ علي ڪرم الله وجہ) ۽ ان جي اولاد پاڪ کي پوري امت مريدن ۽ مرشدن جي نسبت وانگر سمجهي ٿي ۽ قدرتي معاملا هلائڻ جي ذميواري کي انهن سان وابستہ سمجهي ٿي.**" (ڏسو تحفتہ اثنا عشريہ ص 214؛ فتاويٰ رضويہ ج 30 ص 511).

**شاہ اسماعيل دهلوي صاحب هڪڙي جاءِ تي اهلبيت عليهم السلام جي امامن سڳورن کي انهن معاملن کي هلائڻ ۾ ملائڪن وانگر سمجهڻ جي تلقين ڪئي آهي، تنهنڪري اهو لکي ٿو:**

"ائمہ ... واکابر ... در زمرہ ملائکہ مُدَبِّرَاتِ اَمْر کہ در تدبیر امور را نِجاح ... ملاءِ اعلیٰ ملہم شدہ در ... آں مے کوشند معدود وند، پس احوال ... کرام بر احوال ملائکہ عظام ... بلید کرد۔"

**يعني "ان راہ جا امام سڳورا ۽ هن جماعت جا نيڪ ماڻهو ملائڪن جي ان عظيم جماعت ۾ ڳڻجن ٿا جيڪي ملاءِ اعليٰ مان الهام ٿيڻ وارن قدرتي معاملن جي تدبير ۽ انهن جي تعميل ڪرڻ ۾ ڪوشش وٺندا آهن، سو گهرجي تہ انهن بزرگن جي حقيقت کي عظيم ملائڪن جي حالتن تي گمان ڪيو وڃي.**"

(ڏسو صراط مستقيم ص 32، مڪتبہ السلفيہ لاهور).

**قدرتي معاملن مان مراد اهي معاملا آهن جن ۾ ڪجهہ الله وارن ولين جو اختيار ۽ عمل دخل هلندو آهي، ايستائين جو جيڪڏهن اهي ڪنهن ڪم جي باري ۾ چون "ٿيندو" تہ اهو ڪم ٿي ويندو آهي. محبوب سبحاني حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ هن حقيقت کي هيئن بيان ڪيو آهي:**

"قُالَ اللهُ فِى بَعْضِ كُتُبِهِ: يَا ابنَ آدَمَ اَنَااللهُ، لا اِلٰهُ اِلَّا اَنَا، اَقُولُ لِلشَّىءِ كُن! فَيَكُونُ، اَطِعنِى اَجعَلُكَ تَقُولُ لِلشَّىءِ كُن! فَيَكُونُ."

**يعني "الله تعاليٰ پنهنجي ڪجهہ ڪتابن ۾ فرمايو آهي: اي آدم جي اولاد! مان الله آهيان، مون کان سواءِ ڪوئي بہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، مان جنهن شي لاءِ چوندو آهيان "ڪُن" يعني ٿي تہ اها ٿي ويندي آهي، تون منهنجي اطاعت ڪر تہ**

جيئن مان توکي بہ ”ڪُن“ جي ذات عطا ڪري ڇڏيان جو تون جنهن شي لاءِ چوين ”ٿيندي“ تہ اها ٿي ويندي.“

## مصطفيٰ ﷺ کان پوءِ بلافصل مرتضيٰ عليہ السلام

هن سلسلي ۾ فاضل بريلوي رحمت الله عليہ جي قلم سان بہ سٺي ڳالهہ لکي وئي آهي. اهو پنهنجي ان ڪتاب ۾ جيڪو شيخين (ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ) جي تفصيل جي موضوع تي لکيل آهي, جنهن ۾ ان اثباتِ تفصيلِ شيخين جي لاءِ ڪجهہ ذاتي قاعدا ۽ قانون بہ ايجاد ڪيا آهن, انهيءَ ۾ ان هڪڙي جاءِ تي شانِ مرتضوي ۾ تقريبن ارڙهن حديثن جو ذڪر ڪيو آهي. ان کان پوءِ سلوڪ جي واٽ ۽ ارشادِ باطني ۾ حضرت علي عليہ السلام جو مرتبو بيان ڪيو آهي, پوءِ ان ئي حوالي ۾ هيٺين ۽ مٿين ڪائنات تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو جيڪو حڪم ۽ اختيار هلي ٿو ان جو ذڪر ڪيو آهي. پوءِ چيو تہ اهو منصب نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سڌوسنئون حضرت علي عليہ السلام کي عطا ٿيو ۽ هاڻي ان کان سواءِ ڪنهن کي بہ وصلِ الاهي ٿيڻ ممڪن ڪونهي. اچو تہ ڪجهہ انهن لفظن تي ڌيان ڏيون. اهو لکي ٿو:

”اي عزيزا! صوفين جي دل کان پڇ تہ ان (علي عليہ السلام) تي آسمان جي مالڪ جا جيڪي احسان آهن, الله تائين رسائي ان جي دامن کي پڪڙڻ کان سواءِ ممڪن ڪونهي, ۽ ان جي مهرباني ۽ مدد کان بغير سلوڪ جي واٽ تي قدم رکڻ بہ اجايو خيال آهي, تڪميل ۽ ارشادِ باطني جي پڳ بزمِ عرفان جي ان ئي جوان جي مٿي تي ٻڌل اهي, غوث, قطب, ابدال ان ئي در جا محتاج ۽ وصل الاهي جي طالبن کي ان ئي بارگاهہ جي چوکٺ تي نرڙ گسائڻ معراج آهي:

سلامی جس کے در کا ہر ولي ہے
وہ علي ہے، ہاں علي ہے، ہاں علي ہے.

الله تعاليٰ جي نيات عامة ۽ خلافتِ تامہ حضور صلي الله علي وآلہ وسلم کي حاصل ٿي, عالمِ علوي ۽ سفلي ۾ انهن جو حڪم

جاري, فرمان روائي ڳُن کي انهن جي زبان جي پاسداري, تدبير ۽ تصرف جون واڳون انهن جي هٿ ۾ ڏنيون ويون ۽ ڪاروبارِ عالم جون ڪنجيون انهن جي قبضئہ اقتدار ۾ رکيون ويون. منشور خلافتِ مطلقہ ۽ تفويضي تام جو انهن جي نالي مبارڪ تي پڙهيو ويو ۽ انهن جو حڪم ۽ اعلان ملاء ادنيٰ کان عالم بالا تائين جاري ٿيو دنيا ۽ دين ۾ جيڪو بہ جنهن کي ملي ٿو انهن جي بارگاهہ مان ملي ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي:

"أُعطِيتُ مَفَاتِيحَ الاَرض" يعني مونکي زمين جون ڪنجيون ڏنيون ويون آهن.

وري فرمايو: "اوتيت مفاتيح ڪل شيء" يعني مونکي هر شي جون ڪنجيون عطا ٿيون.

عالم سڳورا فرمائين ٿا: نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم راز جو خزانو آهن ۽ انهن جي واسطي سان دنيا جا سڀ ڪم ٿيندا رهندا آهن, انهن جي غير کان نہ حڪم نافذ ٿيندو آهي ۽ نہ وري انهن کان سواءِ ٻي سرڪار کان ڪا نعمت خلق تي اچي ٿي, جيڪو گهرن ٿا اهو ئي ٿئي ٿو دنيا ۾ ڪير بہ انهن جي ارادي ۽ مرضي کي ڦيرائڻ وارو ڪونهي. امام رباني احمد بن محمد خطيب قسطلاني شارح صحيح بخاري موهب لدنيہ ۽ منح محمديہ ۾ فرمائي ٿو: "فهو صلى الله عليه و آله وسلم و ان تأخرت طينة فقد عرفت قيمته فهو خزانة السر و موضع نفوذ الامر ينفذ امر الا منه ولا ينقل خير الا عنه (الى ان قال) اذا رام امرًا الا يكون خلافه وليس لذالك الامر فى الكون صارف"

يعني "توڙي جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم آخر ۾ تشريف کڻي آيا مگر پاڻ سڳورن جو قدر ٻُڌايو ويو تہ پاڻ راز جو خزانو آهن, انهن جي ئي واسطي سان دنيا جا سڀ ڪم انجام ڏنا وڃن ٿا, سو سيئي احڪام انهن کان ئي نافذ ٿين ٿا ۽ سيني جون ڀلايون انهن کان منتقل ٿينديون آهن (ايترو بہ فرمايو) جڏهن پاڻ سڳورا ڪنهن ڪم جو ارادو ڪن ٿا تہ ان جي

خلاف نہ ٿيندو آهي ۽ دنيا ۾ ڪير بہ انهن جو ڪم ڦيرڻ وارو ڪونهي.“

وري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بارگاهہ ۾ هي عظيم ڪم ۽ منصبِ جليل حضرت موليٰ علي ڪرم الله وجہ جي حوالي ٿيو. دنيا جا سڀئي قطب انهن جي حڪم هيٺ، مدبرات المر ۾ سَروَرن تي سروري، آفيسرن تي آفيسري ترقي ۽ تنزل جا، عطا ۽ منع، ۽ ڪُن ومَڪُن جا مڙئي حڪم انهن جي سرڪار ۽ اقتدار ڪان جاري ٿيندا آهن، اهوئي سبب آهي جو دنيا ۾ حاجتمند پنهنجن مطلبن ۽ مقصدن ۾ انهن ڪان مدد گهرندا آهن ۽ ان فيض واري آستاني تي عقيدت جو سِر جهڪائيندا آهن، ايستائين جو مسلمانن ۾ سچاٽپ طور ”موليٰ مشڪل ڪشا“ ان هستيءَ جو نالو مشهور ٿي ويو.“ (ڏسو مطلع القمرين ص 100 ڪان 102).

غور ڪيو تہ فاضل بريلوي رحمت الله عليہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مرتبو بيان ڪرڻ ڪان پوءِ لفظ ”وري“ سان اهو مرتبو حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ بيان ڪيو آهي ۽ ”ترقي ۽ تنزل، عطا ۽ منع، ڪُن و مَڪُن“ جي تصديق فقط انهن جي لاءِ ئي ثابت ڪئي آهي ۽ ظاهري خلافت جي ترتيب ڪي وچ۾ واسطو يا رنڊڪ ڪونہ سمجهيو آهي.

## علم الڪتاب ۽ ولايتِ تڪوينيہ

اصل ۾ خلافت باطنيہ ۽ قدرتي معاملا هلائڻ (امور تڪوينيہ) جو تعلق ڪلامِ الهي جي معرفت ۽ مڪمل طور تي ان تي عمل سان وابستہ هوندو آهي. انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ جو ڪتاب انسانن ۽ زميني ۽ آسماني ڪائنات جي معاملن تي مشتمل آهي ۽ جنهن انسان کي ڪتابِ الاهي جي جيتري وڏيڪ معرفت حاصل هوندي اهو ايتروئي ڪائنات جي رازن جو محرم ۽ ڪائنات جا ڳجهہ ڄاڻندڙ هوندو آهي. غور ڪيو تہ حضرت سليمان عليہ السلام جو اهو امتي جنهن اک ڇنڀ

کان بہ اڳ۾ بلقيس جو تخت آندو الله تعاليٰ ان جو تعارف کھڙن لفظن ۾ ڪرايو آهي. ارشاد فرمايو:

”قَالَ الَّذِیْ عِنْدَهٗ عِلْمٌ مِّنَ الْكِتٰبِ اَنَا اٰتِیْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ یَّرْتَدَّ اِلَیْكَ طَرْفُكَ “ (نمل آيت 40) معنيٰ: ہيو شخص جنھن وٽ ڪتاب مان علم ھو ان چيو تہ مان ان کي اک ڇنڀ کان بہ اڳ تو وٽ آڻيندس.

انسان پاڻ اهو اندازو ڪري تہ اک ڇنڀ ۾ گهڻو وقت لڳندو آهي يا ”ڪُن“ چوڻ ۾. بھرحال، اهو سڀ ڪجھ علم الڪتاب جي ڪري ٿي ممڪن ٿيو تنھنڪري پاڻ سوچيو تہ جڏھن زبور جو ڪجھ عِلم رکڻ وارو ايتري قدرت رکندو هو تہ اهي چادر وارا (اهلِ ڪساء) عليھم السلام جن کي قيامت تائين جي لاءِ ان ڪتاب جو ساڻ عطا ڪيو ويو جيڪو سڀني آسماني ڪتابن جو مجموعو آهي، انھن جي ولايت تڪوينيہ جي کھڙي حالت ھوندي؟ وري خاص طور تي ان پاڪ ذات جي عِلم الڪتاب جي مقام ۽ مرتبي جي کھڙي ڳالھ ڪجي جن کي قرآن جي ظاهري عِلمن سان گڏوگڏ باطني عِلم بہ عطا ڪيا ويا ۽ ان کي باب مدينۃ العلم ۽ باب دارالحڪمت چيو ويو.

## عِلْمٌ مِّنَ الْكِتَابِ ۽ عِلْمُ الْكِتَابِ

”عِلْمٌ مِّنَ الْكِتٰبِ“ جي معنيٰ آهي ڪتاب جو ڪجھ عِلم ۽ ”عِلْمُ الْكِتٰبِ“ جي معنيٰ آهي ڪتاب جو مڪمل عِلم. حضرت سليمان عليہ السلام جي امتي جي باري ۾ آيو آهي تہ ان وٽ ڪتاب جو ڪجھ علم هو جڏھن تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امتي جي باري ۾ آيو آهي تہ ان وٽ ڪتاب جو مڪمل عِلم آهي. رعد سورت ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

”قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ شَهِیْدًۢا بَیْنِیْ وَ بَیْنَكُمْ وَ مَنْ عِنْدَهٗ عِلْمُ الْكِتٰبِ ﴿۴۳﴾“ معنيٰ: چئو تہ منھنجي ۽ توهان جي وچ ۾ الله ئي شاهد ڪافي آهي ۽ اهي بہ جن وٽ ڪتاب جو علم آهي ﴿۴۳﴾.

ائين تہ هن آيت ۾ ”مَن“ مان هر اهو شخص مراد آهي جنھن کي ڪتاب جو علم هجي، انهيءَ بنياد تي جنھن وٽ ڪتاب جو جيترو علم آهي اهو ايترو رسالتِ مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حقانيت

جو شاهد آهي. پر هن آيت جا لفظ ”وَمَنۡ عِنۡدَهٗ عِلۡمُ الۡكِتٰبِ “ مان خاص طور تي جيڪا شخصيت مراد آهي اها حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي برڪت واري ذات آهي. تنهنڪري امام مردويہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ۽ ابوجعفر محمدالباقر عليہ السلام کان روايت ڪئي آهي تہ انهن فرمايو:

”وَمَنۡ عِنۡدَهٗ عِلۡمُ الۡكِتٰبِ ، قالا: هُوَعَلِي بِن اَبِي طَالِب“ يعني ”اهو جنهن وٽ ڪتاب جو علم آهي ، انهن فرمايو: اهي علي بن ابوطالب عليہ السلام آهن. (ڏسو مناقب علي بن ابي طالب وما نزل من القرآن في علي ص 268).

امام ابونعيم اصفهاني ۽ امام احمد بن محمد الرازي حنفي (631 هجري) اهوئي قول حضرت محمد بن علي المعروف محمد بن حنفيہ رضي الله عنہ کان بہ نقل ڪيو آهي. (ڏسو النورالمشتعل من الآيات القرآن ص 125؛ وما نزل من القرآن في علي: الرازي حنفي ص 88).

امام حاڪم حسڪاني اهو تفسير حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما، محمد بن حنفيہ رضي الله عنہ، امام محمدباقر عليہ السلام ۽ ابو صالح وغيره کان نقل ڪيو آهي. (ڏسو شواهدالتنزيل: حاڪم حسڪاني ج 1 ص 473، 477).

امام ثعلبي، امام ابن جوزي ۽ ابوحيان اندلسي بہ حضرت محمد بن حنفيہ رضي الله عنہ جو اهو قول نقل ڪيو آهي. (ڏسو الڪشف والبيان: ثعلبي ج 15 ص 346؛ زادالمسير: ابن جوزي ج 4 ص 342؛ البحرالمحيط: ابي حيان ج 5 ص 390).

خيال رهي تہ ڪجھ ماڻهن انهن روايتن کان انڪار ڪيو آهي. تنهنڪري حافظ ابن ڪثير تہ ”نہ رهندو بانس نہ وڄندي بانسري“ وارو ڪم ڪيو آهي. ان چيو تہ حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ خاص طور ڪابہ آيت نازل ڪونہ ٿي آهي، ان جي شان ۾ جيتريون بہ آيتون بيان ڪيون وڃن ٿيو اهو رافضين جو ڪارنامو آهي. شاباس!

علامہ آلوسي هن آيت جي تفسير ۾ امام باقر عليہ السلام جو قول نقل ڪرڻ کان پوءِ چيو آهي تہ مونکي منهنجي زندگيءَ جو قسم حضرت علي عليہ السلام وٽ قرآن جو مڪمل عِلم هو پر ظاهر اهو

آهي تہ هن آيت مان اهي مراد ڪونہ آهن. (ڏسو روح المعاني ج 13 ص 197).

جيڪڏهن علامہ آلوسي انهن قولن کان بغير علي عليہ السلام جي لاءِ مڪمل علم الڪتاب هجڻ تسليم ڪيو آهي تہ سني ڳالهہ آهي، پر اسان انهن قولن کان بغير بہ مولائ علي عليہ السلام کي قرآن شريف جو سڀني کان وڏو عالم سمجهون ٿا ۽ انهن قولن سان گڏ بہ انهن کي "اَعلَمُ النَّاسِ بِالقُرآن" ۽ "اَعلَمُ النَّاسِ بِاسُّنةِ" يعني ڪتاب ۽ سنت جو سڀني کان وڏو عالم ميجون ٿا.

## ڪجهہ ناصبين جو راڳ

مشهور ناصبي قاضي ابوبڪر ابن العربي مالڪي تہ حد ڪري ڇڏي آهي. ان لکيو آهي: جيڪو چوي ٿو تہ "وَمَنْ عِنْدَہٗ عِلْمُ الْكِتٰبِ" مان مراد علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي تہ ان ٻن ڳالهين تي اعتماد ڪيو آهي:

(1) يا تہ ان جي نظر ۾ اهو (علي عليہ السلام) "اَعلَمَ المُؤمِنِين" يعني سڀني مومنن کان وڏو عالم آهي، جڏهن تہ ائين ڪونهي، بلڪ ابوبڪر رضہ، عمر رضہ ۽ عثمان رضہ ان کان وڏيڪ عالم آهن، جيئن اسان "اصول الدين" ۾ خلفاء راشدين جي ذڪر ۾ ان جي وضاحت ڪئي آهي.

(2) يا وري ان حديثِ نبوي ﷺ "اَنَا مَدِينَۃُ العِلم وَ عَلِي بَابُهَا" تي اعتماد ڪندي اهو موقف اختيار ڪيو آهي ۽ اها ڪوڙي حديث آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم عِلم جو شهر هيا ۽ سڀئي اصحابي ان شهر جا دروازا هيا. انهن مان ڪوئي دروازو ويڪرو هيو ۽ ڪوئي ننڍو. (ڏسو احڪام القرآن: ابن عربي مالڪي ج 3 ص 86).

ابن عربي پنهنجي موقف جي بيان ۾ بہ غلط ڳالهيون ڪيو آهن:

(1)پهرين اها تہ ان پهرين ٽن خليفن کي حضرت علي عليہ السلام کان وڏو عالم چيو آهي ۽ اها ڳالهہ گهڻين ئي صحيح ۽

حَسن حديثن جي خلاف آهي. تفصيل جي لاءِ اسان جي ڪتاب "شرح اسني المطالب في مناقب علي بن ابي طالب عليہ السلام" ۾ حديث نمبر 32 ۽ ان جي شرح جو مطالعو گهڻو فائدي وارو ٿيندو.

(2)ٻي ڳالهہ اها تہ ان حديث "اَنَا مَدِينَۃُ العِلم وَ عَلِي بَابُهَا" کي ڪوڙو چيو آهي ۽ ان جي باطل هجڻ تي ڪوبہ دليل ڪونہ ڏنو آهي، جڏهن تہ ان حديث کي تحقيق کان پوءِ ڪجهہ عالمن حَسن ۽ ڪجهہ عالمن صحيح چيو آهي. مڪمل تحقيق جي لاءِ اسان جو ڪتاب "شرح خصائص علي عليہ السلام" ۾ حديث نمبر 22 جي شرح تي غور ڪيو.

مختصر اهو تہ قاضي ابوبڪر ابن عربي مالڪي جون اهي ٻئي ڳالهيون مردود ۽ باطل آهن، ڇوتہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پوري امت جي مقابلي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ فرمايو: "اڪثَرُهُم عِلماً" يعني اهو (علي عليہ السلام) انهن سڀني کان عِلم ۾ گهڻو آهي. ام المومنين حضرت عائشہ رضي الله عنها انهن کي "اَعلَمُ النَّاسِ بِالسُّنَّۃِ" يعني سڀني ماڻهن کان گهڻو وڏيڪ سنت جو عالم چيو. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ انهن کي قرآن جي ظاهر ۽ باطن جو عالم چيو ۽ اصحابي سڳورا انهن جي عِلم ۽ ڄاڻ تي حيران ٿي ويندا هيا ۽ گمان ڪندا هيا تہ شايد انهن کي قرآن کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ اهڙو عِلم ڏنو ويو آهي جيڪو ٻين کي نہ ڏنو ويو آهي. پر موليٰ علي عليہ السلام انهن تي واضح ڪري ڇڏيو تہ اسان کي ان سمجهہ کان سواءِ جيڪو ڪنهن شخص کي قرآن ۾ عطا ٿيندو آهي ٻي ڪابہ مخصوص شيءِ ڪونہ ڏني وئي آهي. جيئن بخاريءَ جي حديث 3047 ۾ وضاحت آيل آهي. پاڻ سوچيو تہ پيلا اهڙين وضاحتن جي موجودگيءَ ۾ ڪنهن قاضي ماضي جي بڪواس جي ڪهڙي حيثيت آهي. حاصل مطلب تہ حضرت علي عليہ السلام "وَمَنْ عِنْدَهٗ عِلْمُ الْكِتٰبِ " جي سڀ کان وڏي سچائي ۽ ثبوت آهن.

## آصف بن برخيا وٽ ڪهڙو عِلم هو؟

قرآن شريف جي وضاحت مطابق حضرت سليمان عليہ السلام جي امتي وٽ ڪتاب مان ڪجهہ عِلم هو. سوال پيدا ٿئي ٿو تہ ڇا فقط ان شخص وٽ ڪتاب جو ڪجهہ عِلم هو ۽ باقي سڀ بي عِلم هيا؟ هرگز نہ. پر ان وٽ ڪتاب جو فقط ظاهري عِلم نہ هوندو بلڪ اهو ڪتاب جي باطني علم مان بہ واقف هوندو. ڏسو قرآن شريف سڀني آسماني ڪتابن جو مجموعو آهي ۽ ان جي ظاهري علم جا عالم ايترا آهن جو انهن جو ڳاڻاٽو ڪرڻ مشڪل آهي مگر اهڙن سڀني عالمن کان اهڙو ڪارنامو انجام ٿيڻ ممڪن ڪونہ هوندو آهي جهڙو آصف بن برخيا ڪيو هو. اهڙو ڪارنامو صرف اهڙي انسان کان انجام ٿيندو آهي جنهن کي ڪتاب جي ظاهري علم تي عمل ڪندي ڪندي ان جي باطن جي معرفت حاصل ٿي وڃي. حديثِ قدسي ۾ جيڪو فرمانِ الاهي آهي تہ مان ٻانهي جي اک ٿي ويندو آهيان جنهن سان اهو ڏسندو آهي، ڪَن ٿي ويندو آهيان جنهن سان اهو ٻڌندو آهي، هٿ ٿي ويندو آهيان جنهن سان اهو پڪڙيندو آهي ۽ پير ٿي ويندو آهيان جنهن سان اهو هلندو آهي، ان مان اهوئي باطني علم مراد آهي ۽ ان سان قدرتي معاملن جو هلائڻ وابستہ هوندو آهي. گذريل سِٽن ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ جي بيان ۾ امر "ڪُن" جي جيڪا وضاحت ٿي چڪي آهي ان مان اهائي مراد آهي. مفتي احمديار نعيمي لکي ٿو:

> عِلم ڪتاب مان مراد باطني عِلم يعني عِلمِ تَصَوف آهي، ڇوتہ ظاهري علم ولايت ۾ اها طاقت پيدا ڪونہ ڪندو آهي. (ڏسو نورالعرفان ص 605).

تَصَوف ڪتاب يعني قرآن ۽ سنت کان هٽي ڪري ڪو ٻيو علم ڪونهي بلڪ دل جي خلوص سان ڪتاب ۽ سنت جي امر و نواهي (حڪم ۽ منع) تي عمل ڪرڻ سان اندر جي جيڪا صفائي ٿيندي آهي ۽ بعد ۾ هڪڙو نور ۽ سمجهہ پيدا ٿيندي آهي اهائي وليءَ جي اصل طاقت هوندي آهي. دل جي خلوص سان امر و نواهي (حڪم ۽ منع) تي

عمل ڪرڻ تقويٰ آهي ۽ الله تعاليٰ تقويٰ جي دنياوي جزا بيان ڪندي فرمايو آهي:

"يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ تَتَّقُوْا اللّٰهَ يَجْعَل لَّكُمْ فُرْقَانًا" (سورت انفال آيت 29) معنيٰ: اي ايمان وارو! جيڪڏهن الله کان ڊڄندؤ تہ توهان کي حق ۽ باطل ۾ فرق ڪرڻ جي سمجهہ ڏيندو.

ٻي جاءِ تي فرمايو:

"يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوْا اللّٰهَ وَ اٰمِنُوْا بِرَسُوْلِهٖ يُؤْتِكُمْ كِفْلَيْنِ مِنْ رَّحْمَتِهٖ وَيَجْعَل لَّكُمْ نُوْرًا تَمْشُوْنَ بِهٖ وَيَغْفِرْ لَكُمْ" (سورت الحديد آيت 28) معنيٰ: ايمان وارا آهيو تہ الله کان ڊڄو ۽ ان جي رسول (محمد ﷺ) تي ايمان آڻيو تہ الله توهان کي پنهنجي رحمت مان ٻہ ڀاڱا ڏيندو ۽ توهان جي لاءِ اهڙو نور پيدا ڪندو جنهن سان توهان هلندو ۽ توهان جون خاميون بخشيندو.

هي جيڪو ارشاد ٿيو "۽ توهان لاءِ نور پيدا ڪندو جنهن سان توهان هلندا" ان مان ظاهري اک جو نور مراد ڪونهي جيڪو چڱي ۽ مَني، مومن ۽ مشرڪ سيني کي پهريان ئي حاصل هوندو آهي بلڪ ان مان دلين جو نور پيدا ڪرڻ مراد آهي ڇوتہ الله وٽ حقيقي انڌو اهو آهي جنهن جي دل انڌي هجي. تنهنڪري اهو پاڻ ئي ارشاد فرمائي ٿو:

"لَا تَعْمَى الْاَبْصَارُ وَلٰكِنْ تَعْمَى الْقُلُوْبُ الَّتِيْ فِي الصُّدُوْرِ ﴿٤٦﴾" (سورت حج آيت 46) معنيٰ: انهن جون اکيون انڌيون نہ آهن بلڪ جيڪي سينن ۾ دليون اٿن اهي انڌيون آهن ﴿٤٦﴾.

انهيءَ ڪري دل جو راز ڄاڻڻ وارن ڪجهہ بزرگن فرمايو آهي:

بے حضوری ہے تری موت کا راز ‏ ‏ ‏ ‏ زندہ ہو تو تو بے حضور نہیں۔
دل بینا بھی کر خدا سے طلب ‏ ‏ ‏ ‏ آنکھ کا نور دل کا نور نہیں۔

(بال جبرئيل ص 43).

اڪثر ڪري اها وڏي نعمت رياضت ۽ محنت سان حاصل ٿيندي آهي پر ڪجهہ خوش نصيبن کي وراثت ۾ ۽ پيدائشي طور عطا ٿيندي آهي. جيئن حضرت محبوب سبحاني عبدالقادر رضي الله عنہ کي بارگاهہ مصطفيٰ ﷺ ۽ مرتضيٰ عليہ السلام کان پاڻمرادو بہ عطا ٿي ۽ سندن والدين بزرگن کان وراثت ۾ بہ عطا ٿي. اهوئي سبب آهي جو سندن

بالڪپٽي ۾ جيئن رمضان شريف شروع ٿيو تہ انهن ڏينهن ۾ پنهنجي امڙ جي ٿڃ پيئڻ ڇڏي ڏني هئي.

خلاصو اهو آهي تہ جيڪو جيترو وڏو ولي هوندو آهي اهو "فَالْمُدَبِّرَاتِ اَمرًا" جو مثال هوندو آهي ۽ جيئن تہ مسلمان امت ۾ حضرت علي عليہ السلام ئي ولين جا سردار (سيدالاولياء) آهن, انهيءَ ڪري انهن جو مرتبو ۽ ذميواري بہ انهن جي منصب مطابق آهي. تنهنڪري توهان صوفين جي حوالي سان پڙهي چڪا آهيو تہ اصحابن سڀني سميت سڀني ولين جي روحاني تربيت روحِ مرتضوي ئي ڪندو آهي ۽ ڪجهہ عالمن جي حوالي سان بہ لکيو ويو آهي تہ بادشاهن جي سلطنت ۽ ولين سڀني جي ولايت بنهي ۾ مرتضوي همت کي دخل آهي.

## باطني قيادت جو سدائين اهلبيت ۾ هجڻ

علامہ ابن حجر هيتمي مڪي لکي ٿو:

"تنبيه: سَمّٰی رَسُولُ اللهِ ﷺ الْقُرآنَ وَعِتْرَتَهُ.وَهِیَ بِالْمُثَنَّاةِ الْفَوقِيَّةِ لاٰهْلُ وَالنَّسْلُ وَالرَّهْطُ لاٰدْنُوْنَ ثَقَلَيْنِ، ....... بِمَا قُلْنَا،وَكَذَلِكَ خَصَّهُ بِمَا مَرَّيَومَ غَدِيرِ خُمّ."

يعني "تنبيه: رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف ۽ عترت يعني اهلبيت, نسل ۽ ويجهڙن مائٽن جي "ثقلين" طور سڃاڻپ ڪرائي آهي. انهيءَ ڪري جو "ثقل" هر نازڪ, اعليٰ مرتبي واري ۽ محفوظ شي کي چيو ويندو آهي, ۽ اهي ٻئي شيون يقينن اهڙيون ئي آهن. ڇوتہ اهي ٻئي لدني عِلم, مخفي اسرار, بلند حڪمت ۽ شرعي احڪامن جي کاڻ آهن. اهوئي سبب آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهلبيت جي پيروي, انهن سان واڳيل رهڻ ۽ انهن کان علم حاصل ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي ۽ ارشاد فرمايو: سموري واکاڻ ان الله تعاليٰ لاءِ آهي جنهن اهلبيت ۾ حڪمت پيدا ڪري ڇڏي آهي. هڪڙي قول جي مطابق انهن ٻنهي کي "ثقلين" چوڻ جو سبب هي بہ آهي تہ انهن جي واجب ٿيل حقن جو خيال رکڻ ڳرو ڪم آهي. وري انهن سان واڳيل رهڻ تي ايارڻ سان اها ڳالهہ بہ پڌري ٿئي ٿي تہ انهن ۾ الله جي ڪتاب ۽ سنتِ نبوي ﷺ جا

عارف هوندا جيڪي حوض ڪوثر تائين ڪتاب کان جدا نہ ٿيندا. ان ڳالھ جي تائيد ان گذريل حديث مان ٿئي ٿي جنهن ۾ آهي تہ "توهان انهن کي سيکارڻ جي ڪوشش نہ ڪيو بيشڪ اهي توهان کان گهڻو وڌيڪ عالم آهن" ۽ اهلبيت حضرات بين عالمن کان ممتاز آهن. ڇوتہ الله تعاليٰ انهن کان هر پليتي کي پري رکيو آهي ۽ انهن کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن کي پڌرين ڪرامتن ۽ گهڻين خاصيتن سان نوازيو آهي. انهن مان ڪجھ خصوصيتن جو ذڪر گذري چڪو آهي ۽ اڳتي قريشين جي شان ۾ بہ حديث ايندي تہ "توهان انهن کان سکو بيشڪ اهي توهان کان وڏا عالم آهن." پوءِ جڏهن اها ڳالھ عام قريشين لاءِ ثابت آهي تہ پوءِ اهلبيت عليهم السلام تہ انهن کان پلارا آهن ۽ اهي اهڙين خصوصيتن سان ممتاز آهن جن ۾ باقي قريشي انهن سان شريڪ ڪونہ آهن.

انهن حديثن ۾ اهلبيت حضرات جو هدايت وارو دامن پڪڙڻ تي اپارڻ ۾ هن ڳالھ ڏانهن اشارو آهي تہ انهن مان اهڙن اهل ماڻهن جو سلسلو قيامت تائين جاري رهندو جن جي پيروي ڪئي وڃي، جيئن الله جي ڪتاب جو معاملو آهي. اهوئي سبب آهي جو اهي زمين وارن جي لاءِ امان آهن، جيئن اڳتي حديث ايندي ۽ هن ڳالھ جي شاهدي ان حديث مان بہ ملي ٿي جيڪا پهريان گذري چڪي آهي تہ "منهنجي امت جي هر پوءِ واري طبقي ۾ منهنجي اهلبيت جا بهترين ماڻهو موجود رهندا" پوءِ انهن مان جيڪو سڀني کان وڌيڪ حق رکي ٿو تہ ان جو هدايت وارو دامن پڪڙي رکجي، اهي انهن سڀني جا امام ۽ عالم علي بن ابوطالب ڪرم الله وجہ آهن. ڇوتہ اهي علم ۽ نهايت ڳوڙهن مسئلن جو حل ڪڍڻ ۾ سڀني کان گهڻو وڌيڪ هيا، جيئن پهريان لکيو ويو آهي، ۽ انهيءَ ڪري ئي تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ فرمايو هو "علي (عليہ السلام) رسول الله ﷺ جي عترت آهن" يعني اهي ماڻهو جن جي هدايت واري دامن کي پڪڙڻ لاءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تاڪيد ڪيو هو

تہ علي عليہ السلام کي مخصوص فرمايو هو. اسان چئون ٿا: اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن غدير خم جي ڏينهن بہ ان کي مخصوص فرمايو هو جيئن اڳ ۾ گذري چڪو آهي.“ (ڏسو الصواعق المحرقہ ص 433 ۽ 434).

## حڪمت جون ڪنجيون ۽ رحمت جي کاڻ

### نسلِ مرتضيٰ عليہ السلام ۽ زهرا سلام الله عليها

علامہ ابن حجر مڪي شانِ اهلبيت عليهم السلام ۾ مختلف آيتن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن موجب اهو ٻارهين آيت شامل ڪندي لکي ٿو:

”الآية الثانية العشرة قوله تعالىٰ: وَاِنَّهٗ لَعِلْمٌ لِّلسَّاعَةِ (زخرف آيت 61) قَالَ مُقَاتِلُ بِن سُلَيمَانَ وَمَن تَبِعَهُ مِنَ المُفَسِّرِين: اِنَّ هَاذِهِ الآيَةَ نَزَلَت فِي المَهدِى ....... وشَرَحُ ذَلِكَ كُلِّهِ يُعلَمُ بِسِيَاقِ الاَحَادِيثِ الدَّالَةِ عَلَيهِ“

يعني ”ٻارهين آيت هي ارشاد الاهي آهي: ۽ بيشڪ اهو قيامت جي نشاني آهي (زخرف: 61) مقاتل بن سليمان ۽ ان جي پيروي ۾ ٻين مفسرن چيو آهي: اها آيت امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ نازل ٿي. اڳتي اهڙيون چٽيون حديثون اينديون جيڪي اهلبيت نبوي ﷺ کان روايت ٿيل هونديون. تنهنڪري اها آيت حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي نسل جي برڪت تي دليل آهي ۽ بيشڪ الله تعاليٰ انهن ٻنهي مان گهڻي پاڪيزگي ظاهر ڪئي ۽ انهن ٻنهي جي نسل کي حڪمت جون ڪنجيون ۽ رحمت جون کاڻيون ٺاهيو آهي، ۽ ان ۾ اهو راز آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سانئڻ سڳوريءَ کي ۽ ان جي اولاد (ذريت) کي شيطان لعنتي کان الله تعاليٰ جي پناهہ ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ اهڙي دعا حضرت علي عليہ السلام جي حق ۾ نہ گهُري. هن ڳالهہ جي وڌيڪ وضاحت هن مفهوم تي دلالت ڪرڻ وارين حديثن جي تسلسل سان ٿي ويجي ٿي.“ (ڏسو صواعق المحرقہ ص 457).

## ولايتِ تڪويني وارو بہ مشڪلات ۾؟

خاص ماڻهن ۾ نہ پر عام ماڻهن جي ذهن ۾ سوال پيدا ٿي سگهي ٿو تہ جيڪڏهن اهلبيت عليهم السلام قرآن شريف جي ظاهري ۽ باطني علمن جا عالم هيا ۽ قدرتي معاملن کي هلائڻ (ولايتِ تڪويني) لاءِ مقرر هيا تہ پوءِ اهي پاڻ کي اچڻ وارين مشڪلاتن کان ڇو بچائي نہ سگهيا؟

ان جو جواب هي آهي تہ ائين تہ اهي مڙني معاملن ۾ خاص طور تي پنهنجن معاملن ۾ الله جي رضا تي راضي هيا. اهوئي سبب آهي تہ حضرت علي عليہ السلام تي جڏهن قاتلاڻو حملو ٿيڻ وارو هو تہ جتي هڪڙي طرف بدڪن جي شور تي فرمايو تہ اهي اسان تي نوحو ڪري رهيون آهن تہ ٻئي طرف حملو ٿيڻ تي فرمايو: "فُزْتُ وَ رَبِّ الكَعبَةِ" يعني ڪعبي رب جو قسم! مان ڪامياب ٿي ويس. ها، البت، ڪڏهن ڪڏهن ٻين جي معاملن ۾ پنهنجي عِلم جو اظهار بہ ڪيو ۽ الله تعاليٰ جي عطا ڪيل علم ۽ طاقت کي استعمال ڪيو.

## موليٰ علي عليہ السلام جي باطني علم جو هڪڙو واقعو

هيٺ بيان ڪيل واقعي تي غور ڪيو ۽ "عَلِيٌ مَعَ القُرآنِ وَ القُرآنُ مَعَ عَلِي" ۽ "اِنَّ عَلِيَّ بنَ اَبِي طَالِبِ عِندَهُ عِلمُ الظَّاهِرِ وَ البَاطِنِ" جي سچائي جو ڪجهہ اندازو ڪيو. ابوسالم ڪمال الدين محمد بن طلحہ قريشي العدوي رحمت الله عليہ ۽ قدوت الصوفيہ علامہ عبدالرحمان جامي رحمت الله عليہ لکن ٿا:

> "جڏهن حضرت علي عليہ السلام ڪوفي تشريف کڻي آيا تہ انهن جي خدمت ۾ هڪڙو وفد آيو جنهن ۾ هڪڙو نوجوان بہ هو اهو اتي رهي پيو ۽ سندن جماعت ۾ شامل ٿي ويو ۽ سيني لڙاين ۾ حصو وٺندو رهيو. پوءِ عرب قوم جي هڪڙي عورت جنهن ڪوفي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي ان کي شادي ڪرڻ جي آڇ ڪئي تہ ان نوجوان جي وڏن اها آڇ قبول ڪري ورتي ۽ شادي ٿي وئي. پوءِ هڪڙي ڏينهن حضرت علي عليہ السلام فجر نماز پڙهائي تہ هڪڙي جماعتي کي فرمايو: تون فلاڻي محلي ۾

وچ، اتي هڪڙي مسجد آهي ۽ ان جي پاسي ۾ هڪڙو گهر آهي، توکي ان گهر مان مرد ۽ عورت جي جهيڙي ڪرڻ جو گوڙ ٻڌڻ ۾ ايندو. انهن کي چئه ته توهان کي اميرالمومنين گهرايو آهي ۽ انهن کي هڪدم هتي وٺي اچ. اهو شخص اتي پهتو ته بلڪل اها حالت ڏٺائين، واپس آيو ته ان سان گڏ اهو نوجوان ۽ ان جي زال هئي. حضرت علي عليه السلام فرمايو: ڪهڙي ڳالهه هئي جو توهان اڄ رات گهڻو جهيڙو ڪيو؟ نوجوان عرض ڪيو: اميرالمومنين! مون هن عورت سان نڪاح ڪيو، پوءِ وهانءَ شادي ٿي وئي، جڏهن مون اڄ رات ان سان ملاقات ڪرڻ گهري ته منهنجي دل ۾ ان جي لاءِ نفرت پيدا ٿي وئي جنهن مونکي ان جي ويجهو وڃڻ کان روڪي ڇڏيو ۽ جيڪڏهن ٿي سگهي ها ته ڏينهن ٿيڻ کان اڳ مان رات جي اونداهيءَ ۾ ان کي گهر مان ڪڍي ڇڏيان ها، اسان اڃا جهيڙو ڪري رهيا هياسين ته توهان جو حڪم آيو ته اسان توهان جي بارگاهه ۾ حاضر ٿي وياسين. ان تي حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام اتي موجود ماڻهن کي فرمايو: گهڻيون ڳالهيون اهڙيون هونديون آهن جيڪي واسطيدار ماڻهن کان سواءِ ٻئي شخص جي ٻڌائڻ جهڙيون نه هونديون آهن. ان تي ان نوجوان ۽ عورت کان سواءِ سڀئي اٿي هليا ويا. پوءِ ان نوجوان بيان پورو ڪيو ته حضرت علي المرتضيٰ عليه السلام ان عورت کان پڇيو: ڇا تون هن نوجوان کي سڃاڻين ٿي؟ ان عرض ڪيو ته نه. فرمايائون: اسان توکي اهڙي ڳالهه ٻڌايون ٿا جنهن جي توکي خبر آهي تنهنڪري انڪار نه ڪجان. ان عرض ڪيو: نيڪ آهي. فرمايائون: ڇا تون فلاڻي ڌي فلاڻي جي نه آهين؟ چوڻ لڳي: جي، آهيان. فرمايائون: ڇا تنهنجو هڪ سوٽ ڪونه هو ۽ توهان ٻئي هڪٻئي سان پيار ڪندا هيا؟ چوڻ لڳي: صحيح آهي. فرمايائون: ڇا تنهنجي پيءُ توکي ان سان ۽ ان کي توسان ملڻ کان منع نه ڪئي هئي ۽ توکي ان سان پرڻائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ ان کي پنهنجي پاڙي مان به تڙي ڇڏيو هو؟

چوڻ لڳي: ها، اهو سچ آهي. فرمايائون: ڇا تون هڪڙي رات حاجت ڪرڻ لاءِ ٻاهر ڪونہ نڪتي هئي جو ان توکي ورغلايو مجبور ڪيو ۽ پنهنجو مطلب پورو ڪيو جنهن ڪري توکي پيٽ ٿي ويو. پوءِ تون ان معاملي کي پنهنجي پيءُ کان لڪائيندي رهيئن ۽ پنهنجي ماءُ کي ٻڌائي ڇڏيو. پوءِ ٻار ڄمڻ جو وقت آيو تہ تنهنجي ماءُ توکي رات جي وقت گهر مان ٻاهر وٺي آئي تہ تو هڪڙو ٻار ڄڻيو پوءِ ان کي ڪپڙي ۾ ويڙهي پٽ کان ٻاهر ان جاءِ تي ڦٽي ڪيو جتي حاجت ڪئي ويندي هئي. پوءِ هڪڙو ڪتو اچي سنگهڻ لڳو تہ تنهنجي دل ۾ خدشو پيدا ٿيو تہ اهو ان کي کائي نہ ڇڏي تہ تو هڪڙو پٿر کڻي ڪتي کي هنيو تہ اهو ٻار کي لڳي ويو ۽ اهو زخمي ٿي پيو. پوءِ تو ۽ تنهنجي ماءُ وڃي ان جي مٿي کي ڪپڙو ٻڌو ۽ پوءِ تو ان کي ان جي حال تي ڇڏي ڏنو ۽ توکي خبر ڪونهي تہ ان جو ڪهڙو حال ٿيو؟ ٻڌاءِ اهو صحيح آهي؟ چوڻ لڳي: اميرالمومنين! الله ڄاڻي ٿو تہ اهو سچ آهي ۽ ان ڳالھ جي مون ۽ منهنجي ماءُ کان سواءِ ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي. فرمايائون: بيشڪ الله تعاليٰ مونکي ان کان باخبر ڪيو آهي، جڏهن صبح ٿي تہ فلاڻي قبيلي وارن ان کي کنيو ۽ اهو ٻار انهن وٽ پلجندو رهيو ايستائين جو وڏو ٿي ويو ۽ انهن سان گڏ ڪوفي آيو ۽ تو ان سان شادي ڪئي، جڏهن تہ اهو تنهنجو پُٽ آهي. پوءِ حضرت علي عليہ السلام نوجوان کي فرمايو: پنهنجي مٿي تان پَٽڪو لاهہ. ان پَٽڪو لاٿو تہ ان جي مٿي ۾ زخم جو داغ موجود هو. فرمايائون: هي تنهنجو پُٽ آهي. الله تعاليٰ ان کي ان ڪم کان محفوظ رکيو جيڪو ان لاءِ حرام هو. اٿ ۽ پنهنجي پُٽ کي گهر وٺي وڃ! توهان جي وچ ۾ نڪاح جائز نہ هجڻ ڪري برقرار ڪونهي." (ڏسو مطالب السئوول: عدوي شافعي ج 1 ص 133 کان 135، شواهدالنبوة: جامي ص 281).

عِلم باطن جي اهڙين حقيقتن ۽ واقعن جو احاطو ڪرڻ ڏکي ڳالھ آهي. جڏهن باطني اک کليل هجي تہ پوءِ الله واري تي پوري ڪائنات

روشن ۽ ظاهر ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي هڪڙي فرزند ارجمند ارشاد فرمايو هو:

نَظَرْتُ اِلٰى بِلَادِ اللّٰهِ جَمْعًا
كَخَرْدَلَةٍ عَلٰى حُكْمِ اتِّصَالِ

يعني "مون الله تعاليٰ جي سڀني مُلڪن کي هيئن ڏٺو جيئن مٽر جو داڻو تريءَ تي. (ڏسو قصيده غوثيہ ملحق بسيرت غوث الثقلين: ضياءُ الله قادري ص 228).

هيئنئين واقعي مان بہ الله تعاليٰ جي عطا ڪيل اهڙي ئي يقين ۽ طاقت جو اظهار ٿئي ٿو. امام فخرالدين رازي لکي ٿو:

"هڪڙي حبشي غلام چوري ڪئي تہ ان کي حضرت علي عليہ السلام جي بارگاهہ ۾ پيش ڪيو ويو. انهن پڇيو: ڇا تو چوري ڪئي آهي؟ غلام عرض ڪيو: جي، سائين. حضرت علي عليہ السلام ان جو هٿ ڪپرائي ڇڏيو. جڏهن اهو هٿ ڪپرائي حضرت علي عليہ لسلام جي دربار مان هليو ويو تہ ان جي حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ ۽ ابن الڪراء سان ملاقات ٿي تہ ابن الڪراء ان کان پڇيو: تنهنجو هٿ ڪنهن ڪپيو؟ ان ٻڌايو: اميرالمومنين يعسوب المسلمين (مسلمانن جي سردار) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي ۽ بتول سلام الله عليها جي مڙس. ابن الڪراء چيس: ان تنهنجو هٿ ڪپي ڇڏيو ۽ تون ان جي تعريف ڪري رهيو آهين؟ ان جواب ڏنو: مان تعريف ڇو نہ ڪريان جڏهن تہ انهن حق سان منهنجو هٿ ڪپيو آهي ۽ مونکي دوزخ کان بچايو آهي. حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ اها سموري ڳالهہ ٻولهہ ٻڌي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي بارگاهہ ۾ وڃي عرض ڪيو. حضرت علي عليہ السلام ان حبشي غلام کي واپس سڏرايو ۽ ان جي ٻانهن سان ان جو ڪپيل هٿ ملائي مٿان هڪڙو ڪپڙو ويڙهي ڇڏيو. پوءِ دعا ۾ مشغول ٿي ويا، پوءِ اسان آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌو: "اِرفَعِ الرِّدَاءَ عَنِ اليَدِ" يعني ان ڪپڙي کي هٿ تان هٽايو. اسان ڪپڙو هٽايو تہ الله جي قدرت ۽ موليٰ علي عليہ السلام جي مهرباني

سان هٿ ٽيڪ ٽي چڪو هو.“ (ڏسو تفسير ڪبير ج 21 ص 75؛ جامع ڪرامات الاولياء: نبهاني ج 1 ص 126؛ جمال الاولياء: ٿانوي ص 67).

## مقامِ ڪُن تي بہ فائز ۽ مشڪلات بہ قبول

قربان وڃجي! الله تعاليٰ جي عطا ڪيل عظمت ۽ تَصرف ڪي ان قديمي صفت هستين پين جي حق ۾ تہ استعمال ڪيو پر پنهنجي حق ۾ استعمال ڪرڻ کان پرهيز ڪندا رهيا. تنهنڪري حضرت علي عليہ السلام تي جيڪي مصيبتون ۽ آزمائشون اچڻ واريون هيون ان ڪي انهن جي باري ۾ آگاهہ ڪيو ويو هو پر اهڙين مصيبتن کي ٽارڻ جي نہ آقا ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم دعا ڪئي ۽ نہ موليٰ علي عليہ السلام. ڪهڙو شعور ۽ سمجهہ رکندڙ مومن ان ڳالهہ کان بي خبر هوندو تہ حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام تي مستقبل ۾ اچڻ وارين آزمائشن ۽ تڪليفن جو اطلاع انهن جي ٻالڪپڻي ۾ ئي جبرائيل عليہ السلام ڏئي ڇڏيو هو. پر تصور ئي نٿو ڪري سگهجي تہ آقا ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم، جهانن جي عورتن جي سردار سائڻ سڳوري سلام الله عليها، اميرالمومنين علي عليہ السلام ۽ خود حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام مان ڪنهن بہ انهن مصيبتن جي ٽرڻ جي ڪڏهن دعا ڪئي هجي.

حضرت امام زين العابدين عليہ السلام جي جگر جي ٽڪڙي حضرت زيد بن امام علي (زين العابدين) عليہ السلام تي جيڪي مصيبتون ۽ تڪليفون اچڻ واريون هيون انهن جو اطلاع انهن جي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ جي نڪاح کان بہ اڳ ڏنو ويو هو پر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وٺي امام زين العابدين عليہ السلام ۽ خود امام زيد بن علي (زين العابدين) عليہ السلام تائين ڪنهن بہ انهن مصيبتن جي ٽري وڃڻ جي دعا نہ ڪئي.

حضرت زيد بن علي (زين العابدين) عليہ السلام جي باري ۾ هڪڙي صدي کان بہ گهڻو عرصو اڳ جن مصيبتن ۽ تڪليفن جي اڳڪٿي ڪئي وئي هئي جڏهن اهي مصيبتون عملي طور سامهون آيون تہ حضرت زيد بن علي عليہ السلام انتهائي خوش هيا. ڪليل دل سان

ڪلندي انهن مصيبتن کي قبول ڪري رهيا هيا ۽ الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا بہ ڪري رهيا هيا. تفصيل جي لاءِ فقيرظهوراحمد فيضي جو ترجمو ڪيل ڪتاب ”تفسير غريب القرآن امام زيد بن علي عليهم السلام“ جو مقدمو پڙهو.

الله تعاليٰ جي قضا تي دل سان راضي رهڻ جي اها سعادت اهلبيت عليهم السلام جي امامن سڳورن کي ورثي ۾ ملي هئي. تنهنڪري امام ابن عساڪر ۽ ٻيا عالم سڳورا حضرت علي (زين العابدين) بن حسين عليهم السلام جي حالات ۾ لکن ٿا:

”محدث محمد بن شهاب زهري بيان ڪيو آهي: جنهن ڏينهن عبدالملڪ بن مروان امام زين العابدين عليہ السلام کي زنجيرن ۾ جڪڙي پوليس جي حراست ۾ مديني منوره کان شام گهرايو تہ مون انهن ماڻهن کان امام سڳوري کي سلام ڪرڻ ۽ ان کي الوداع ڪرڻ جي اجازت گهري تہ انهن مونکي اجازت ڏئي ڇڏي. مان امام سڳوري وٽ پهتس تہ اهي هڪڙي ڪوٺڙيءَ ۾ موجود هيا. انهن جي ٻنهي پيرن ۾ ڏنڊاٻيڙيون ۽ هٿن ۾ هٿ ڪڙيون هيون تہ مان اهو ڏسي روئي ڏنو ۽ عرض ڪيو تہ منهنجي دل چوي ٿي تہ توهان جي جاءِ تي مان هجان ها ۽ توهان محفوظ هجو ها. ان تي انهن مونکي فرمايو: اي زهري! منهنجي جسم ۽ ڳچيءَ ۾ توکي جيڪي زنجير نظر اچن ٿا، تون سمجهين ٿو تہ اها منهنجي مجبوري آهي؟ جيڪڏهن مان گهران ها تہ ائين ڪجهہ بہ نہ ٿئي ها. مونکي توکان ۽ تو وانگر جن ٻين ماڻهن کان نصيحتون پهتيون اهي مونکي الله جي عذاب جي ياد ڏيارينديون. پوءِ پنهنجا ٻئي پير ڏنڊاٻيڙين مان ۽ ٻئي هٿ هٿڪڙين مان ٻاهر ڪيڊي فرمايائون: اي زهري! مان مديني مان نڪري انهن ماڻهن سان صرف ٻن منزلن تائين گڏ هوندس. زهري چوي ٿو: رڳو چار راتيون گذريون هيون تہ امام سڳوري تي جيڪي نگران مقرر ڪيا ويا هيا اهي مديني واپس اچي انهن کي ڳولڻ لڳا مگر امام سڳورو ڪونہ ملين. ماڻهن انهن کان پڇيو ۽ مان بہ پڇا ڪرڻ وارن ۾ شامل هيس تہ انهن

مان هڪڙي ٻڌايو: اسان لڳاتار ان جي نگراني ڪندا رهياسين، جتي ٻه پڙلاءُ ڪندا هياسين تہ اسان سمهندا ڪونہ هياسين بلڪ جاڳي ان تي پهرو ڏيندا هياسين. پر هڪڙي صبح اسان ڏٺو تہ اهو پنهنجي ڪجاوي ۾ موجود ڪونہ هيو باقي ان جون ڏنبا ٻيڙيون ۽ هٿڪڙيون اتي پيون هيون. زهري چوي ٿو: پوءِ بعد ۾ مان عبدالملڪ بن مروان جي دربار ۾ ويس تہ ان مون کان امام زين العابدين عليہ السلام جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ مون ان کي آگاهہ ڪيو. ان تي ان مونکي ٻڌايو تہ هڪڙي ڏينهن محافظن جي غيرموجودگيءَ ۾ اهي منهنجي سامهون اچي ويا ۽ چيو: مون سان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟ مون چيو تہ توهان مون وٽ رهو. فرمايائون: مونکي پسند ڪونهي، پوءِ هليا ويا. الله جو قسم! مون تي ان جو رعب ۽ خوف طاري ٿي ويو. زهري چوي ٿو: مون ان کي چيو تہ اميرالمومنين! علي (امام زين العابدين) بن حسين عليہ السلام اهڙا ڪونہ آهن جيئن تون سمجهين ٿو اهي تہ پنهنجي ذات ۾ مشغول رهندا آهن.“ (ڏسو حلية الاولياء ج 3 ص 135، تاريخ دمشق ج 41 ص 373، ڪواڪب الدريہ: مناوي ج 1 ص 374، وغيره وغيره).

## انهن جي طفيل دنيا قائم آهي

اها سنتِ الاهي آهي تہ اهو جن کي وڌيڪ رتبا ڏيندو آهي تہ انهن تي آزمائشون بہ گهڻيون موڪليندو آهي، سو جيئن تہ نبين سڳورن کان پوءِ هي خاندان سڀني ماڻهن کان افضل آهي، انهيءَ ڪري سخت مصيبتن ۽ آزمائشن مان بہ اهوئي خاندان گذريو آهي. تنهنڪري ڪجهہ حديثن ۾ آهي تہ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ عرض ڪيو:

”يَا رَسُولَ اللهِ! اَيُّ النَّاس اَشَدُّ بَلاءً، قَالَ: اَلاَنبِيَاءُ، ثُمَّ الاَمثَلُ فَالاَمثَلُ“

يعني ”يارسول الله! آزمائس جي لحاظ کان سڀني ماڻهن کان وڌيڪ ڪير آهي؟ فرمايائون: نبي سڳورا، پوءِ درجي بدرجي.“ (ڏسو سنن ترمذي ج 4 ص 203 حديث 2398، مسند احمد (الارنووط) ج

3 ص 78 حديث 1481 ۽ ص 78 حديث 1494 ۽ ص 128 حديث 1555 ۽ ص 159 حديث 1607؛ سنن ابن ماجہ ص 665 حديث 4023؛ سنن دارمي ج 2 ص 252 حديث 2783؛ وغيره وغيره).

**هن حديث شريف ۾ "الاَمثَلُ فَالاَمثَلُ" جي تشريح ۾ امام ابن اثير جزري رحمت الله عليہ لکي ٿو:**

"اَیُ الاَشرَفُ فَالاَشرَفُ وَ الاَعلیٰ فَالاَعلیٰ، فِی الرُّتبَةِ وَ المَنزِلَةِ ، یُقَالُ: هٰذَا اَمثَلُ مِن هٰذَا، اَیُ اَفضَلُ وَ اَدنیٰ اِلَی الخَیرِ." **يعني "رتبي ۽ درجي ۾ ڀيريان ڀلارو ، پوءِ ان کان بعد وارو ڀلارو ڀيريان اعليٰ پوءِ ان کان بعد وارو اعليٰ، چيو ويندو آهي: هي هُن کان "امثل" آهي يعني ان کان افضل آهي ۽ بهتري جي گهڻو ويجهو آهي."** (ڏسو النهاية في غريب الحديث والارض ص 856، دار بن جوزي، دمام ؛ التنوير شرح الجامع الصغير: امير اصفهاني ج 2 ص 382 حديث 1048).

**انهن هستين کان ڪير افضل ٿي سگهي ٿو جن جي ڪري ڪائنات وجود ۾ آئي ۽ جن جي ڪري ڪائنات جو قيام آهي. علامہ ابن حجر مکي "اَهلُ بَیتِی اَمانٌ لِاُمَّتِی" ۽ "مَثَلُ اَهلُ بَیتِی فِیکُم کَمَثَلِ سَفِینَةِ نُوحٍ" وغيره حديثن جي تشريح ۾ گهڻين ڳالهين جو ذکر ڪرڻ کان پوءِ لکي ٿو:**

"وَ یَحتَمِلُ وَ هُوَ الاَظهَرُ عِندِی اَنَّ المُرَادَ بِهِم سَائِرُ اَهلِ البَیتِ ......فَاَقِیمُوا مَقَامَهُ فِی الاَمَانِ" **يعني "۽ هڪڙو گمان اهو آهي ۽ اهوئي منهنجي نظر ۾ وڏيڪ چٽو آهي تہ ان مان سيئي اهلبيت مراد آهن، ڇوتہ بيشڪ الله تعاليٰ پوري دنيا کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طفيل پيدا ڪيو آهي ۽ ان جي بقا کي پاڻ سڳورن ۽ سندن اهلبيت عليهم السلام جي بقا تي منحصر ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اهلبيت عليهم السلام ڪجهہ ڳالهين ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي برابر آهن جيئن ڪجهہ ڳالهين جو ذکر امام رازي جي حوالي سان گذري چڪو آهي، ۽ انهيءَ ڪري بہ پاڻ سڳورن انهن جي لاءِ فرمايو تہ "اهي مون مان آهن ۽ مان انهن مان آهيان" ۽ انهيءَ ڪري بہ تہ حضرت فاطمہ سلام الله عليها جي واسطي سان اهي رسول الله ﷺ جو**

"بِضعَۃٌ" يعني جسم مبارڪ جو حصو آهن. تنهنڪري پاڻ سڳورن امان جي حوالي سان انهن کي پنهنجي مقام تي رکيو آهي." (ڏسو الصواعق المحرقہ ص 438، مکتب الفياض، المنصوره، مصر).

هن ڳالهہ کي هيئن بہ سمجهي سگهجي ٿو تہ مسلمان امت دنيا ۾ ان وقت تائين رهندي جيستائين انهن ۾ قرآن شريف رهندو ۽ ڪجهہ حديثن جي مطابق جڏهن قرآن شريف انهن جي سينن مان کنيو ويندو تہ امت جي پڇاڙي شروع ٿي ويندي. شايد داناء راز رحمت الله عليہ اهڙين ئي حديثن کي نظر ۾ رکندي فرمايو هو تہ هي امت دشمن جي حملن سان ختم نٿي ٿي سگهي:

ازاجل اِيں قوم بے پرواستے استوار از "نحن نزلنا" استے

يعني "هي قوم ختم ٿيڻ کان بي پرواهہ آهي، ان جي بقا "نحن نزلنا" ڪري آهي."

از یک آئینی مسلمان زنده است پیکر ملت ز قرآن زنده است

يعني "هڪڙي آئين سان مسلمان زنده آهي، ان جي ملت جو وجود قرآن ڪري زنده آهي." (ڏسو اسرا و رموز ص 119، 125).

جيئن تہ اهو حديث ثقلين ۾ آهي تہ قرآن شريف ۽ اهلبيت عليهم السلام سدائين گڏ رهندا ۽ ڪڏهن بہ جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو گڏ بارگاهہ نبوت ﷺ ۾ حوض ڪوثر تي حاضر ٿيندا. معلوم ٿيو تہ قرآن شريف سان گڏ جنهن قوم جو وجود مسلمان امت جي بقا جو ضامن آهي اها اولادِ مصطفيٰ ﷺ آهي.

هن تفصيل سان ثابت ٿي ويو تہ باطني خلافت جنهن جو تعلق دل ۽ روح سان آهي ۽ قدرتي معاملن کي هلائڻ واري ولايت (ولايت تڪوينيہ) جنهن جو تعلق باطني معاملن سان آهي، اهو سڀ ڪجهہ اهل بيتِ نبوت جي حوالي ٿيل آهي. سو جيئن باطنيتِ قرآن کان سواءِ ڪابہ دل آباد نٿي ٿي سگهي، اهڙيءَ طرح باطنيتِ اهلبيت کان سواءِ بہ ڪا دل آباد نٿي ٿي سگهي. انهيءَ ڪري صحيح حديثن ۾ فرمايو ويو آهي تہ ان شخص جي دل ۾ ايمان داخل ئي نہ هوندو آهي جيڪا اهلبيت جي محبت کان خالي هجي.

خلاصو اهو آهي تہ باطني خلافت جا خليفہ بلافصل مولي المومنين سيدناومرشدنا علي المرتضيٰ عليہ السلام آهن ۽ پوءِ انهن سان گڏ فاطمي اولاد آهي، انهن کان سواءِ جن جي دلين تي انهن حضرات جي بغض سبب منافقت جو پردو پئجي چڪو هجي باقي سڀني ايمان وارن جون دليون ۽ روح انهن کان ئي فيض حاصل ڪندا آهن.

## سيدنا مصطفيٰ ﷺ قاسمِ نبوت

ڪتاب جي شروعات کان وٺي هن تائين جيترين بہ آيتون، حديثون، صوفين جا اشارا ۽ عالمن سڀني جون تشريحون نقل ٿي چڪيون آهن، انهن مڙني جي روشني ۾ هي فقير ليکڪ جنهن نتيجي تي پهتو آهي، اهو هي آهي تہ الله تعاليٰ ازل کان سيدالانبياء محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي قاسمِ نبوت ۽ سيدالاولياء علي المرتضيٰ عليہ السلام کي قاسمِ ولايت ٺاهيو آهي. هتي اسان پهريان توهان جي سامهون مختصر طور اهو بيان ڪيون ٿا تہ نبوت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذريعي ملندي هئي ۽ پوءِ اهو بيان ڪنداسين تہ ولايت حضرت علي عليہ السلام جي ذريعي عطا ٿيندي آهي.

دارالعلوم ديوبند جي هڪڙي عالم قاري محمد طيب صاحب جو "سِرَاجًا مُنِيرًا" تي هڪڙو پلو ڪتاب آهي. ان ۾ ان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سج سان تشبيهہ ڏيڻ واري سبب تي بحث ڪندي تفصيل سان لکيو آهي تہ سڀني نبين سڳورن کي هدايت جو نور ۽ نبوت جهانن جي سردار صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ئي حاصل ٿيا. اهو لکي ٿو تہ پاڻ سڳورن جو نور هجڻ ڪمال ڪونهي بلڪ نور بخشڻ ڪمال آهي ۽ صرف نبي هجڻ پاڻ سڳورن جو ڪمال ڪونهي بلڪ نبوت بخشڻ پاڻ سڳورن جو ڪمال آهي. تنهنڪري اهو هڪڙي جاءِ تي تارن جو سج مان نور حاصل ڪرڻ جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ لکي ٿو:

"بلڪل ائين آفتابِ نبوت (رسول الله ﷺ) جو شان صرف نبي هجڻ ڪونهي، اهو شان ڪنهن حد تائين هڪجهڙو هجڻ ڪري هر نبي ۾ موجود آهي. ان کان علاوه، هدايت جي انهن سڀني تارن (نبي سڳورن) کان نبوت جي ڪمال ۾ رڳو واڌاري

طور ڪجهہ وڌيڪ يا فائق هجڻ بہ نہ آهي جو اهي فضيلتن ۾ مرتبن جا فرق ٻين نبين سڳورن ۾ بہ قائم آهن.

"تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ " (سورت بقره آيت 253) معنيٰ: اهي رسول آهن انهن مان هڪڙن کي ٻين تي فضيلت ڏنيسين.

بلڪ پاڻ سڳورن جي اصل امتيازي وصف هي آهي تہ پاڻ سڳورا نبوت جي نور ۾ سڀني نبين جا آقا, انهن جي حق ۾ فيض جو ذريعو ۽ انهن جي ڪمال جي نورن جو اصل بنياد آهن. انهيءَ ڪري اصل نبي پاڻ سڳورا آهن ۽ ٻيا نبي سڳورا اصل ڪونہ آهن بلڪ پاڻ سڳورن جي فيض سان نبي ٿيا آهن. انهن اڳ گذريل پاڪ هستين جو ڪمال حقيقت ۾ انهن جي جوهرن جي صفائي ۽ پاڪائي آهي ۽ انهن جي باطني قوتن جو فطري ڪمال آهي تہ جيئن ئي انهن جي پاڪ دلين ۾ پاڪ روحن جي سامهون آفتابِ نبوت جو نوراني چهرو آيو انهن ان جون سڀ شعائون قبول ڪري ورتيون ۽ پاڻ روشن ٿي ٻين کي اها روشني پهچائڻ شروع ڪري ڇڏي. سو پاڻ سڳورا انهن سڀني نبين سڳورن جي حق ۾ آقا ۽ اصل نور ثابت ٿين ٿا. اهوئي سبب آهي جو پاڻ سڳورن پاڻ کي نبي الامت ئي نہ بلڪ نبي الانبياء بہ فرمايو آهي, جيئن حديث جي روايتن ۾ پڌرو آهي. سو پاڻ سڳورا جيئن امت جي حق ۾ نئين امت هجڻ ڪري آقا آهن, ائين نبين جي حق ۾ نبي الانبياء هجڻ ڪري آقا آهن." (ڏسو ڪتاب آفتابِ نبوت ص 81).

قاري صاحب اڳتي لکي ٿو:

"جڏهن اها صورت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو شان رڳو نبوت ڪونہ ٿي ٿئي بلڪ نبوت بخشڻ بہ سندن شان آهي جو جيڪو بہ نبوت حاصل ڪرڻ جي طاقت رکڻ وارو شخص سندن سامهون آيو اهو نبي ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح نبوت جو نور پاڻ سڳورن کان ئي هليو ۽ پاڻ سڳورن تي ئي موٽي اچي ختم ٿي ويو ۽ اهوئي شان "خاتم" جو هوندو آهي تہ ان کان ئي

ان جي خاص وصف جي شروعات ٿيندي آهي ۽ ان تي ئي پڄاڻي بہ ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري اسان پاڻ سڳورن کي وصفِ نبوت جي حوالي سان صرف نبي ئي نہ چونداسين بلڪ خاتم النبيين چونداسين. پاڻ سڳورن تي ئي سيني نبوت جي نورن جي پڄاڻي آهي جنهن ڪري پاڻ سڳورا نبوت جي پڄاڻي آهن. پاڻ سڳورن کان ئي نبوت هلي ٿي ۽ آخرڪار پاڻ سڳورن تي ئي موٽي اچي ٿي. تنهنڪري سج جي مثال سان آفتابِ نبوت، نبوت جي شروعات بہ ثابت ٿئي ٿي ۽ پڄاڻي بہ." (ڏسو ڪتاب آفتابِ نبوت ص 82).

قاري صاحب هڪڙي ٻي جاءِ تي لکي ٿو:

"هي ظاهر آهي تہ جڏهن نبين سڳورن جون نبوتون پاڻ سڳورن جي نبوت مان نڪتل آهن ۽ انهن جون تربيت ٿيل آهن تہ ولايت ۽ امامت بہ مڪمل طور تي ختم نبوت جو فيض هوندي. انهيءَ ڪري جو پاڻ سڳورا نبوتن جو بہ ۽ ولايتن جو بہ سرچشمو آهن. گذريل نبي سڳورا هجن يا وابستہ ولي هجن سيني کي نور هن هڪڙي سج مان مليو آهي. جيڪڏهن فرق آهي تہ صرف اهو تہ گذريل نبين کي اهو نور نبوت جي صورت ۾ ۽ پوين کي ولايت جي صورت ۾ پهتو. سو ٻين امتن جا نبي سڳورا بہ سندن فيض مان مستفيذ آهن ۽ ولي بہ پاڻ سڳورن جي در جا فقير آهن. سيني ۾ نور هڪڙي ان ئي آفتابِ نبوت جو ڪم ڪري رهيو آهي. (ڏسو ڪتاب آفتابِ نبوت ص 92).

## حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام قاسمِ ولايت

اها ڳالهہ پڌري آهي تہ مصطفيٰ ﷺ جي دنيا ۾ تشريف آوري کان اڳ گذريل نبين سڳورن کي جيڪو نبوت جو فيض ملندو رهيو تہ فقط روحِ مصطفيٰ ﷺ کان پهچندو رهيو. اهڙيءَ طرح گذريل ولين سڳورن کي جيڪو حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان ولايت جو فيض ملندو رهيو تہ فقط روحِ مرتضيٰ عليہ السلام کان. جيئن گذريل سِٽن ۾ مجدد الف ثاني ۽ ٻين بزرگن جا حوالا لکيا ويا آهن. پر ڪنهن بہ مسئلي ۾ محض بزرگن جو قول شرعي حجت نہ هوندو آهي جيستائين

اهو ڪتاب (قرآن) ۽ سنت سان ٽڪندڙ نہ هجي. بحث هيٺ مسئلي ۾ ڪجھ اهڙيون حديثون ملن ٿيون جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جسماني جهان کان اڳ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کي بہ چونڊيو ويو هو. جنهن موجب حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو آهي تہ جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي شادي حضرت علي عليہ السلام سان ڪئي تہ سائڻ سڳوري عرض ڪيو:

”يَارَسُولَ اللهِ! زَوجَتِى مِن رَجلٍ فَقِيرٍلَيسَ لَهُ شَىءٌ، فَقَالَ النَّبِىُّ ﷺ: اَمَا تَرضِينَ اَنَّ اللهَ اختَارَ مِن اَهلِ الاَرضِ رَجلَينِ اَحَدُ هُمَا اَبُوكَ وَ الآخِرُ زَوجُكِ“

يعني ”يارسول الله! توهان منهنجي شادي هڪڙي مسڪين ماڻهوءَ سان ڪئي آهي جنهن جي ملڪيت ۾ ڪجھ بہ ڪونهي. تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ڇا تون ان ڳالھ تي راضي نہ آهين تہ الله تعاليٰ زمين وارن مان ٻن شخصن کي چونڊيو آهي، هڪڙو انهن مان تنهنجو پيءُ آهي ۽ ٻيو تنهنجو مڙس آهي.“ (ڏسو المجمع الڪبير ج 11 ص 93 ۽ 94 حديث 11153، وط: ج 5 ص 277 حديث 10990 ۽ 10991؛ منصبِ امامت: اسماعيل دهلوي ص 53).

حافظ هيثمي لکيو آهي:

”هي حديث امام طبرانيءَ امام عبدالرزاق جي حوالي سان ابراهيم بن حجاج کان روايت ڪئي آهي. ذهبي جو چوڻ آهي: اهو ابراهيم مشهور شخص ڪونهي ۽ ان جا باقي راوي صحيح حديث جا راوي آهن، ۽ امام طبراني ان کي هڪڙي ٻي ضعيف سَنَد سان بہ روايت ڪيو آهي.“ (ڏسو مجمع الزوائد ج 9 ص 112 وط: ج 9 ص 143 ۽ 144 حديث 14659).

حافظ هيثمي رحمت الله عليہ کان هن حديث جي سَنَد تي بحث ڪندي هڪڙي چُڪ ٿي وئي آهي. اها هي تہ ان لکيو آهي تہ ان کي امام طبري روايت ڪيو آهي ۽ ان جي سَنَد ۾ هڪڙو شخص ابراهيم بن حجاج آهي ۽ ذهبي چوي ٿو: ”اِبرَاهِيمُ هٰذَا لا يُعرَف“ يعني ”اهو ابراهيم مشهور ڪونهي.“ جڏهن تہ مجمع الڪبير ۾ امام طبري هن حديث کي

ٻن سَنَدن سان روايت ڪيو آهي ۽ ٻنهي ۾ ان راوي جو وجود ئي ڪونهي. البت، خطيب بغدادي هن حديث کي ٽن سَنَدن سان روايت ڪيو آهي ۽ ان کان ابن عساڪر نقل ڪيو آهي ۽ انهن ٽنهي مان هڪڙي سَنَد ۾ اهو ابراهيم بن حجاج موجود آهي ۽ باقي ٻن سَنَدن ۾ اهو ڪونهي. (ڏسو تاريخ بغداد ج 4 ص 417 ۽ 418؛ تاريخ دمشق ج 42 ص 135 ۽ 136).

ڏيان طلب اها ڳالهه آهي ته حافظ هيثمي رحمت الله عليہ جي مطابق هن راوي (ابراهيم بن حجاج) کان علاوه هن سَنَد جا باقي سڀ راوي صحيح حديث جا راوي آهن ته جڏهن هن سَنَد ۾ ابراهيم بن حجاج آهي ئي ڪونه ۽ باقي سڀ ماڻهو صحيح آهن ته پوءِ سَنَد مطابق هن حديث جو صحيح هجڻ حقيقت تي ٻڌل ٿي ويو. تاهم امام سيوطي رحمت الله عليہ هن حديث کي خطيب بغدادي کان روايت ڪيو آهي ۽ چيو آهي ته هن جي سَنَد حَسن آهي. (ڏسو مسند فاطمہ الزهرا: سيوطي ص 63 حديث 151، وط: حيدرآباد دکن ص 6 حديث 150، وط: اردو مترجم ص 105 حديث 151).

ظاهر آهي ته قادر قيوم جل جلاله جي اها چونڊ مخلوق جي شروعات کان ئي هوندي ڇوته ان جي ان قسم جي اختيار ۽ چونڊ جو ذڪر ان جي قديم ۽ حڪمت واري ڪلام ۾ آيو آهي. حديث شريف ۾ ماضي جي صيغي سان لفظ آهي "اختيار" يعني ان چونڊيو ۽ ان جو مصارع "يختار" آهي ۽ اهو لفظ قرآن شريف ۾ هيئن آيو آهي:

"وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ وَيَخْتَارُ" (القصص آيت 68) معنيٰ: تنهنجو رب جيڪي گهرندو آهي اهو پيدا ڪندو آهي ۽ جنهن کي گهرندو آهي چونڊيندو آهي.

ڪڏهن الله تعاليٰ چونڊ ۽ انتخاب لاءِ "اِصطَفيٰ" جو لفظ بہ فرمائي ٿو جيئن "اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰٓى اٰدَمَ وَنُوْحًا وَّاٰلَ اِبْرٰهِيْمَ وَاٰلَ عِمْرٰنَ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ(33)" (سورت آل عمران) معنيٰ: بيشڪ الله آدم ۽ نوح ۽ ابراهيم جي آل ۽ عمران جي آل کي جهانن وارن تي سڳورو ڪيو(٣٣). الله تعاليٰ پنهنجي پوري مخلوق مان بنوهاشم جو جيڪو انتخاب ڪيو آهي ان کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هيئن بيان ڪيو آهي:

"اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰی كِنَانَةَ مِنْ وَلَدِ اِسمَاعِيلَ، وَاصْطَفٰی قُرَيْشًا مِنْ كِنَانَةَ، وَاصْطَفٰی مِنْ قُرَيْشٍ بَنِیْ هَاشِمٍ، وَاصْطَفَانِیْ مِنْ بَنِی هَاشِمٍ"

يعني "الله تعاليٰ اسماعيل عليہ السلام جي اولاد مان ڪنانہ کي چونڊيو، ڪنانہ مان قريش کي چونڊيو، قريش مان بنوهاشم کي چونڊيو ۽ بنوهاشم مان مونکي چونڊيو." (ڏسو صحيح مسلم: ڪتاب الفضائل، باب فضل النبي ﷺ ص 1080 حديث 2276).

ڪائنات جي خالق پوري مخلوق مان چونڊيندي چونڊيندي بنوهاشم ۽ بنوهاشم مان سيدالعالمين محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي چونڊڻ فرمايو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پوري بنوهاشم مان علي اسدالله عليہ السلام کي چونڊيو، تنهنڪري ارشاد فرمايو:

"اَمَا اَنْتَ يَا عَلِی! فَصَفِّيِیْ وَاَمِيْنِی" يعني "البت، اي علي! تون منهنجو چونڊيل (صفي) ۽ منهنجو امين آهين." (ڏسو السنة ابن ابي عاصم بتحقيق الباني ص 599 حديث 1330 وط: ج 2 ص 891 حديث 1365؛ سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 434 حديث 8404 وط: ج 5 ص 128 حديث 8458، وغيره وغيره).

حافظ هيثمي رحمت الله عليہ فرمايو آهي: هن حديث کي امام بزار روايت ڪيو آهي ۽ ان جا سڀ راوي ڀروسي وارا (ثقہ) آهن. ڊاڪٽر هاشم بن فيصل چيو: هن جي سَنَد صحيح آهي ۽ راوي ماڻهو ڀروسي وارا (ثقہ) آهن. (ڏسو مجمع الزوائد ج 9 ص 156 حديث 14935؛ تحقيق: السنة ابن عاصم ج 2 ص 891 حديث 1365).

شيخ حسين سليم اسد دراني لکيو آهي تہ هن جي سَنَد صحيح آهي. (ڏسو مجمع الزوائد ج 18 ص 427 ۽ 428 حديث 14932).

معلوم ٿيو تہ اهي ازلي انتخابي فيصلا آهن، سو جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪائنات جي افضل ترين خاندان مان حضرت علي عليہ السلام کي چونڊيو تہ نتيجو اهو نڪتو تہ پاڻ سڳورا "مدينة العلم" يعني علم جو شهر آهن ۽ حضرت علي عليہ السلام کي "باب مدينة العلم" يعني علم جي شهر جو دروازو بڻائي ڇڏيو. پاڻ سڳورا "دارالحڪمت" يعني حڪمت، دانائي جو گهر آهن تہ حضرت علي

عليہ السلام کي ”باب دارالحڪمت“ يعني حڪمت جي گھر جو دروازو ٻڌائي ڇڏيو. پاڻ سڳورا صاحبِ قرآن آهن تہ حضرت علي عليہ السلام کي ”مع القرآن“ يعني قرآن سان گڏ ٻڌائي ڇڏيو پاڻ سڳورا مصطفيٰ آهن تہ حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجو صفي ۽ مرتضيٰ ٻڌائي ڇڏيو ايستائين جو پاڻ سڳورا جنهن جنهن جا موليٰ آهن تہ حضرت علي عليہ السلام کي بہ انهن جو موليٰ ٻڌائي ڇڏيو ۽ پاڻ سڳورا قاسمِ نبوت يعني نبوت ورهائيندڙ آهن تہ حضرت علي عليہ السلام کي قاسمِ ولايت يعني ولايت ورهائيندڙ ٻڌائي ڇڏيو.

## موليٰ جي معنيٰ ۾ احترام جو مغالطو

ڪجھ ماڻهو احترام جو مغالطو ڪندي چون ٿا تہ ”موليٰ“ لفظ جي جيڪا معنيٰ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ مناسب آهي اهائي معنيٰ حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ ڪرڻ مناسب ڪونهي. چون ٿا تہ خاص طور تي ”موليٰ“ جي معنيٰ آقا ۽ سردار تہ قطعي طور حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ جائز ڪونهي، انهيءَ ڪري جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تہ ٻين سڀني نبين سڳورن جا بہ آقا آهن. احترام جو مغالطو لکيل پڙهيل مگر فسادي ماڻهو ڪندا آهن، جڏهن تہ انهن کي معلوم آهي تہ هر لفظ جي معنيٰ هرهڪ جي لاءِ هڪجهڙي نہ هوندي آهي، جنهن موجب لفظ ”صلوات“ يعني درود جي معنيٰ الله تعاليٰ لاءِ الڳ آهي، ملائڪن جي لاءِ الڳ آهي ۽ مومنن جي لاءِ الڳ آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي نبين سڳورن جو موليٰ چيو ويندو تہ معنيٰ محبوب ۽ مددگار ٿيندي ۽ جڏهن انهن کي نبين کان سواءِ ٻين جو موليٰ چيو ويندو تہ پوءِ محبوب، مددگار، آقا، سردار ۽ شان ۽ عظمت تي دلالت ڪرڻ واريون سڀ معنائون درست ٿينديون.

شيعہ حضرات انهن کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سواءِ سڀني نبين سڳورن کان افضل مڃين ٿا پر اسان جي نظر ۾ اهو صحيح ڪونهي. البت، اهي نبين کان پوءِ سڀ کان افضل آهن. انهيءَ ڪري جو اڳين پوين سڀني امتن جا روحاني آقا، موليٰ ۽ مطلق طور

سيدالاولياء اهي ئي آهن. ۽ اها ڳالھ ڪنهن عقل ۽ شعور واري ماڻهوءَ تي ڳجهي ڪونهي تہ جيئن روح جسم کان افضل آهي ائين روحاني خليفو بہ سياسي خليفي کان افضل هوندو آهي. مثال طور، جنهن وقت طالوت سياسي خليفو (بادشاھ) هيو تہ ان وقت حضرت دائود عليہ السلام نبي هوندي ان جي رعيت ۽ فوج ۾ شامل هو مگر ان کان افضل هو. ائين محبوب سبحاني حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ جي دور ۾ سياسي خليفو ڪو ٻيو هو مگر باطني ۽ روحاني خليفو حضرت غوث اعظم رضي الله عنہ هيا ۽ اهي يقينن سياسي خليفن کان افضل ۽ مٿانهان هيا.

ڪوئي چئي سگهي ٿو تہ پهرين ٽن خليفن کي سياسي خليفو چوڻ سان ان مان روحانيت جو انڪار لازم ٿئي ٿو پر اهو خيال بلڪل باطل آهي. بيشڪ پهريان ٽي خليفا روحانيت سان بہ بهرور هيا مگر جنهن هستي کي سڀني مومنن جو ولي ۽ موليٰ فرمايو ويو آهي ان کي ئي ولايت ۽ روحانيت ۾ ٽنهي خليفن سميت سڀني مومنن جو ولي، موليٰ ۽ روحاني آقا مڃڻ شرعي طور ضروري آهي.

خلاصو اهو آهي تہ جيئن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مطلق طور قاسمِ نبوت آهن ائين حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طفيل حضرت علي عليہ السلام مطلق طور قاسمِ ولايت آهن ۽ جيئن تہ مصطفيٰ ﷺ کان پوءِ نبوت جو سلسلو ختم ٿي ويو هو انهيءَ ڪري قيامت تائين خاتم الانبياء والمرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي واسطي سان ولايت ۽ روحانيت جو منصب مصطفيٰ، مرتضيٰ ۽ زهرا عليهم السلام جي پيلاري اولاد وٽ آهي. اهوئي سبب آهي جو انهن کان منهن موڙڪرڻ وارو انسان ولايت تہ ڇا ايمان کان بہ محروم رهندو آهي.

ارشاد نبوي ﷺ آهي:

”وَالَّذِيْ نَفْسِيْ بِيَدِهٖ لَا يَدْخُلُ قَلْبَ رَجُلٍ الاِيمَانُ حَتّٰى يُحِبَّكُمْ لِلّٰهِ وَلِرَسُوْلِهٖ“

يعني ”ان ذات جو قسم جنهن جي قدرت واري هٿ ۾ منهنجي جان آهي ايستائين ڪنهن بہ شخص جي دل ۾ ايمان داخل نٿو ٿي سگهي جيستائين اهو توکي الله ۽ ان جي رسول جي خاطر محبوب نہ رکي.“ (ڏسو مسند احمد ج 1 ص 207 ۽ 208، وط: ج 2 ص

378 ۽ 383 حديث 1772 ۽ 1774؛ فضائل الصحابہ: نسائي ص 22 حديث 73؛ مسند البزار ج 4 ص 140).

اهڙي محبت جنهن کان سواءِ ايمان ئي دل ۾ داخل نہ ٿئي اها رڳو سڪڻ نعرن هڻڻ سان حاصل نہ ٿيندي آهي بلڪ دل جي خلوص سان تابعداري ۽ روحاني وابستگي سان حاصل ٿيندي آهي. سو جڏهن اهلبيت جي محبت کان سواءِ ايمان نصيب نٿو ٿي سگهي تہ ولايت ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿي؟ انهيءَ ڪري هن حقيقت کي مڃڻ لازم آهي تہ خلافتِ باطنيہ جو مڪمل نظام اهلبيت عليهم السلام جي حوالي آهي ۽ انهن جي نافرماني ڪري ڪوئي انسان ولي تہ ڇا مومن بہ نٿو ٿي سگهي.

## گهٽتائي جو اعتراف

هي عاجز پنهنجي هر ڪتاب وانگر هن ڪتاب ۾ بہ عرض ڪري ٿو تہ جيڪڏهن هن ڪتاب ۾ قرآن و سنت ۽ ڪامل ۽ مڪمل اجماع امت جي خلاف ڪنهن قسم جي غلطي يا عقلي ۽ فڪري ڀل چڪ ڏٺي وڃي تہ لکت ۾ مونکي آگاهہ ڪيو وڃي. انشاء الله ايندڙ ڇاپي ۾ اصلاح ڪئي ويندي.

## پڄاڻي ۽ دعا

دعا آهي تہ الله تعاليٰ جي آخري ڪتاب قرآن شريف جيڪو ثقلين مان هڪ ثقل آهي فقط اسان جي ڪِتن ۽ زبانن تائين محدود نہ رهي بلڪ ان جي حڪومت اسان جي نڙيءَ کان هيٺ دلين تي بہ قائم هجي ۽ اهلبيت عليهم السلام جيڪي ٻيو ثقل اڪبر آهن جو اسان جي زبانن تي فقط ذڪر نہ رهي بلڪ اسان جي نڙيءَ کان هيٺ دل ۾ بہ انهن جي تابعداري ۽ محبت جي حڪومت هجي ۽ انهن جي سيرت ۽ ڪردار اسان جا رهبر هجن. اسان جڏهن محمدي هجڻ جي حيثيت ۾ "اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ﴿۵﴾" (سورت فاتحہ ) معنيٰ: اسان کي سعادت جي سڌي واٽ ڏيکار﴿۵﴾ پڙهون تہ سيرت نبوي ﷺ سان گڏوگڏ هڪڙي طرف اسان جي زبان تي قرآن شريف جي تلاوت هجي تہ ٻئي طرف اسان جي عمل ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عترت جي سيرت

هجي، تہ جيئن اسان قيامت جي ڏينهن مخلص اصحابن سڳورن وانگر ان برڪت واري ذات جي سامهون وجهڻ جي قابل هجون جنهن فرمايو: ”اِنِّيْ تَارِكٌ فِيْكُمُ الثَّقَلَيْن .....“

تو غنی از ہر دو عالم من فقیر
روز محشر عذرہائے من پذیر
ور حسابم را تو بینی ناگزیر
از نگاہِ مصطفیٰ پنہاں بگیر

خدایا بحقِ بنی فاطمہ که بر قول ایمان کنی خاتمہ
اگر دعوتم رد کنی ور قبول من و دست و دامانِ آلِ رسول

سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ. وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ.

وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ.

## سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب
= = = = = = =

1. **محمد** ﷺ

انگريز ليکڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)
جي ڪتاب جو ترجمو

.........

2. **مودت القربيٰ**

سيد علي همداني شافعي جي ڪتاب جو ترجمو

.........

3. **گهروارا ۽ دروارا**

قاري ظهوراحمد فيضي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

4. **آفتابِ نبوت** ﷺ

مولانا قاري محمدطيب جي ڪتاب جو ترجمو

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب
= = = = = = = = = =

## سِڌي واٽ جو ڏَس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

1. **ستارن ۾ لکيل. سوڪي جي ڪهاڻي.**

ايرنا انجبرگ جي انگريزي ڪتاب
رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي. جو ترجمو

...............

## 2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

ڊاڪٽر عائشہ شاطي مصري جي ڪتاب جو ترجمو

...............

## 3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 4. حضرت محمّد ﷺ

## جو آفاقي پيغام

عرب ليگ جي بانيڪار ۽ پهرين سيڪرٽري جنرل

عبدالرحمان عزام جي ڪتاب جو ترجمو

............

## 5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا

(داستانِ ڪربلا)

عصمت چغتائي جي ڪتاب اڪ قطره خون جو ترجمو

..........

## 6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 7. اسلام جي تاريخ

سيد امير علي جي ڪتاب

”دي اسپرٽ آف اسلام“ جو ترجمو

............

## 8. شانِ حضور

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

ساڳي نالي واري اردو ڪتاب جو ترجمو

. . . . . . . . . . . . .

باطني خلافت ــــــ 141

16. حضرت خديجہ رضہ

**پهرين مسلمان ۽**

**پيغمبر محمد ﷺ جي پهرين گهرواري**

ريست هيلامز (ترڪي) جي ڪتاب جو ترجمو

...........

17. **علي** عليہ السلام ۽ **اڪيلائي**

ڊاڪٽر علي شريعتي جي تقرير جو ترجمو

..........

18. **انوارِ زهرا** سلام الله عليها

سيد حسن ابطحي جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

........

19. **نبي ڪريم** ﷺ

**عظيم ماهرِ نفسيات**

سيده سعديہ غزنوي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

20. **نُور الثَقلين**

ابراهيم بن محمد الجويني جي فرائدالسمطين نالي ڪتاب جو ترجمو

.........

21. **مودت القربيٰ**

سيد علي همداني شافعي جي ڪتاب جو ترجمو